

"ٻارڙا آزمودا" جو ٻيو ڀاڱو

# وچتر واقعا

# وچتر واقعا

(انوکا آرهودا جر پيو پاڳو)

ليکڪ:

رام پرتابراءِ پنجواڻي

پروفيسر سنڌي

جئه هند ڪاليج

۽

ھنسنگھ انسٽيٽيوٽ آف سائنس بمبئي

١٩٦٦ قيمت ٥٠-٣ د ڇو ٣

حقيقت افساني کان عجيب آهي.

ڇپايل

رام پنجواڻي ساهتيه مالها

(ڀارت جيون ساهتيه منڊل)

١٦٣ال [illegible] لنڪري [illegible] اسٽريٽ [illegible] جي.

فون: ١٩[illegible] [illegible] ستان

# رام پنجواڻي ساهتيه مالا

"پارس جيون" ساهتيه منڊل ١٦٣- ڊونگري اسٽريٽ
بمبئي - ٩

---

پروفيسر رام پنجواڻي سنڌي جاتيءَ جي سيوا ڪئي آهي سا وسرڻ جهڙي نه آهي، هن نه رڳو ساهتيه، تعليم ۽ سماجڪ کيتر ۾ سيوا ڪئي آهي پر سنگيت ذريعي شهر شهر ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ سنڌيت جي خوشبوءِ ڦهلائي رهيو آهي. هن ديس جي سيوا لاءِ ئي ڪارج شروع ڪيو آهي. اسان اهڙي ڀاءُ جي قدرشناسيءَ ۾ "رام پنجواڻيءَ ساهتيه مالا" شروع ڪئي آهي جنهن ۾ سندس اکيل ڪي ڪتاب ڏنا ويندا. سال ۾ ٦ ڪتاب ١٢-٥٠ رپين جا ڏبا. ساليانو چندو هندوستان لاءِ ڏهه روپيا ۽ ولايت لاءِ پندرهن روپيا رکيو ويو آهي. ساهتيه پريمي پاڻ به چندو ڀريندا ۽ ٻين کان به ڀرائي موڪليندا.

## ≡ هيٺيان ڪتاب نڪتا آهن ≡

١- ڇوڪريءَ جا گيت ١-٥٠   ٢- قيدي ناول ٢-٠٠
٣- الوڪا آزمودا ٢-٥٠
٤- وچتر واقعا (الوڪا آزمودا) جو ٻيو ڀاڱو ٢-٥٠
۽ اڃا به ڪتاب ملندا.

---

## پروفيسر رام پنجواڻيءَ جا موجود ڪتاب

١- پدما [ٻيو ڇاپو] ٢-٥٠   ٢- قيدي [نئون ڇاپو] ٢-٠٠
شرميلا ٢-٥٠   ٤- آهي نه آهي نئون ڇاپو ٢-٠٠
لدکي ۾ موتي ١-٥٠   ٦- ڌيئر نه ڄمن ٣-٠٠
ڪيءَ جا گيت ١-٥٠   ٨- الوڪا آزمودا ۽ واقعا ٢-٥٠

# سمپادڪ جي قلم مان......

پروفيسر رام پنجواڻيءَ جون سهڻيون ڪهاڻيون جو ڪتاب "الوڪا آزمودا" ساهتيہ اڪيڊميءَ پاران ۱۹٦۴ جو سنڌي ڪتاب ٺهرايل ۵۰۰۰ هزار انعام ڏنو. الوڪا آزمودا جي اهڙي ڇپ ٿي جو ۳ ڇاپا ڇپيا ويا آهن ۽ اڻ ڇپ آهي.

هيءُ ويچتر واقعا "الوڪا آزمودا" جو الڳ ڪٿي ڇپجي ۽ ٻيو ڀاڱو آهي. هن ۾ ۸ سهڻيون ڪهاڻيون ڏنل آهن. ڪيترن جي زندگيءَ ۾ جي الوڪا ۽ ويچتر واقعا ٿيا آهن تن کي نرالا قدرتي ڪهاڻيءَ جي صورت ۾ ڏنو ويو آهي. وشواس هڪ اهڙو هٿيار آهي جنهن سان ايشور کي هٿ ڪري سگهجي ٿو. سچيار ماڻهو لڌندو پرايو، دک ڏسندو پرايو، پر پڙندو ڪونہ. هو دکن ۽ تڪليف کان ايشور جي مهر سان تري پار پوندو. ايشور جيڪي ڪري ٿو اُن ۾ چڱائي آهي.

پروفيسر پنجواڻيءَ جي لکڻيءَ- ٻوليءَ ۾ مٺاج آهي. هنجي شخصيت ۾ انوکي ڇڪ آهي. جتي بہ وڃي ٿو پنهنجي واڳـــ ۽ ليڪچر سان ماڻهن کي موهت ڪيو ڇڏي. پوءِ اها مجلس سنڌين جي هجي ٿوري ٻين جي. هن سنڌين جو سنيهو ڳوٺ ڳوٺ، شهر شهر ۾ ۽ هندستان کان ٻاهر بہ پهچايو آهي.

---

# *When listening is a pleasure it's*

# BUSH TRANSISTOR

**ETR. 106.** This superbly smart eight transistor portable is styled to stand out anywhere in appearance and performance! Beautiful quality of tone coupled with long running batteries makes the ETR. 106 an ideal choice

Price Rs. 445-25 inclusive of Excise duty & Sales Tax.






**ETR. 91** makes listening a luxury. A cordless transistor table radio. It combines the power of a high quality mains receiver with all the advantages of a portable transistor. Price Rs. 445.25 inclusive of Excise duty & Sales Tax.

**ETR. 92** is designed to bring perfection into sound with its technically, perfect transistor circuits and 5" circular speaker.
Price Rs. 528 00 inclusive of Excise duty & Sales Tax



*Sole Distributors for Maharashtra & Gujarat*

**Modern Trading**
**COMPANY (BOMBAY)**
Lamington Road, Near Opera House, BOMBAY-4

ٽو جو همت ڪٿي نہ اُلم ٻيو ديگ ۽ شراب ٻاٽيءَ لاءِ
سوا سؤ روپيا اڃا کپن. شادي روڪي پئي آهي. قرب
ڪر قرضدار، ٽالو اليٽي سدت ڪدور رام جو.“ مهنجي
دل وڃي وپئي. اندر مان آواز آيو، ”هن جي سهائتا
ڪرڻ اُلم دان آهي.“ مون چيو، ”ٻڍڙا، توسان وچن
آهي تہ روپيا سوا سؤ توکي ڏيندس پر عجب ٿو لڳم
تہ ان ڏينهن کان پوءِ اُنهيءَ وقت تون اچي سوال ڪيو
الهئي جڏهن وقت منڪي پر مامل سڀ پيسا ڌرمشالا وارن
جي حوالي ڪري ڇڏيا اٿم؟“ ٻڍڙي اُڌو ساهہ کڻي
چيو، ”همت تہ ٿي ٿيم ٻيو اڄ همت ٻڌي اچي آڏو
بيٺس. سڀني ڪٽنب جو آهيان. مگر ڪان مرڻ ٻلو ٻيو
آخر جڏهن ڏٺم تہ سائينءَ کان سواءِ ٻيو ڪو نہ وسيلو
ڪونهي تڏهن اچي توهان کي حال سڻايم. وواهہ پر اڃا
مهني جي مهلت آهي. اڄ نہ تہ ٻئي ڏينهن سهي. مان
ڪلياڻ پر رهندو آهيان، اڪيا ڏيو تہ اچي امينءَ پر ملاقو.“
سندس روش وٺي. مون چيو، ”اچي ملج ۽ سوا سؤ روپيا
موٽائي ليا.“ آهستو ڏيندو ٻڍڙو هليو ويو. انهيءَ کان
پوءِ ٻہ ٽي ڏينهن تہ اُنهيءَ ٻڍڙي جي شڪل ور ور
ڪري اچي ٿي اکين آڏو بيٺي. مهين مرجهايل، وار
اُپوڙيا، اکين ۾ چالدين جي ڦرڻ جو چشمو ۽ چشمي
جون ٻئي ڪاٺيون ڏاڳي سان ٻڌل. ٻڍڙي، پيڪسيءَ
جي صورت!

امبڻيءَ ۾ پنوچل جي ورسيءَ جي موقعي تي اهو
ساڳيو ڪاڪو اچي حاضر ٿيو. هٿ ٻڌي چيائين، "پنڊت
ڏينهن ۾ شادي گهري آڻيائون. ڪجهه ڪري ڏيو ته
مهرباني ٿئي. نه ته جيئڻ قسمت." منهنجو مٽر رام موٽواڻي
پڙ ۾ ويٺو هو. مون هن ڏانهن اشاري ڪيو، "دادا، هيءُ
ويچارو تڪليف ۾ آهي، هن جي مدد ڪرڻ ڪجي."
فيصلو ڪيوسين ته گهرال رقم جو اڌ اڌ ڏينداسين. پاڻيءَ
ٽماٽاڻيءَ سان ڪيو، "سائين، پنجاهه روپيا وڌيڪ ڏيو ته
توهانجي وڏي مهرباني." پر الٽي اٿي هٻڪي چيائين،
"سائين، سوا سو بس آهي. توهان جا لک ٿورا. مونکي
وڌيڪ پيسا گهرڻ نه کپندا هئا." پائي وٽن لعل پائي
پڻولارام جي اسالڪي اهڙي گفتگو ٻڌي، سو چيائين،
"سياڻي مان وڃي سندس حال ڏسندس ۽ توهان ڏانهن
چٺي لکندس ته سچ پچ گهرج ڪيتري آهس." پيڙي
آسيس ڪندي چيو، "ايشور مهر ڪندو. هاڻي مان وڃان
ٿو ۽ ڏينهن ٻن ۾ چٺي وٺي ايندس. بابا، شاباس آٿو،
ڪو لهڻو ليکو نه ڪراهي."

ٻن ڏينهن کان پوءِ چنڊر جي ڏينهن سوابو صبح جو
ڪاڪو پائي وٽن جي چٺي کڻي آيو. چٺيءَ ۾ سوا سو
روپين جي سفارش ٿيل هئي. دل ۾ خيال آيو ته پاءُ
رام موٽواڻيءَ کان پڇي ڪنهن لاءِ سهائتا گهرائيندس، حال
هن کي ٿولائي چپراسي کي چٺي ڪيڏي ٿو ڏيان. چٺي

ڏينائينس. اُنهيءَ ڏينهن دل ۾ ڏاڍي خوشي محسوس ڪيم. سچي خوشي آهي نه شيوا ۾. شيوا غريبن، اناٿن، ودوائن ۽ لاچارن جي. سوچڻ لڳس، "ڪيترا آهن جي ڏينهن جي شادين تي هزارين روپيا ٿا خرچين! هڪ رسمن تي ئي ڏهه ڏهه هزار ٿا سوڙا ٻاريون، ٻين ۽ شاميانن تي ڦهڪندي چڙن ۽ هڪ پيڙهو ڪاڪر مهڻ کان سوا سڀ روپيه لاهه پٽڪيدو رهيو آهي!" هن جي غريبيءَ تي ارمان ٿيو ۽ اُنهيءَ خوشي ٿي. نه وري نه ڪڏهن غريب جي ڪم اچي سگهيو هوس.

سومر ڏينهن وڃن لعل ڪڏيو. ٻاهر گالهه ڪيڏي تي ڪيڏي ٿڌهن کان آيل مون چيو، "پاڻي، ڪاڪي جو ڪم ٿي ويو. شاباس آلو جو ٻاري خبر ڏنئُو." وڃن لعل حيرانيءَ مان چيو، "ڪهڙو ڪاڪر؟" مون چيو، "جڏهن کي نيون ڏينهن چپي لکي ڏنئُو." هن چيو، "ٻر مون ته ڪڏهن کي چٺي ڏاڪ تي ڪانه. هو ٿڌهن ڏينهن وارو پاڻي، جو گيان گهر ۾ ڪڍيو هو، سو نه مون وٽ آيو ڪي ڪوله ۾ مون وٽي ٻچا ڪٿي نه معلوم ٿيم ته هڪ ولڙ ۽ نيڪ آهي. شادي پاڻي آلس تي ڪانه. توهان پيسا ڏاس چا؟" مان سڀ ۾ ٻڌجي ويس. وڃن لعل مڌهمجي دل ونڌي چيو، "دادا! اهي ڪم پيا ٿين. توهان نه ٿيڪ ٿيڪي ڏيکاري ته، هن جو پاپ هن سان!" مون ڪچو ڪوله ۾ اندر سرانجي ويس.

رات جو هر هر پيو پاڻ کان پڇان، "اهڙي ننڍي؟ ايڏو ڏوڪو! ڪهڙو نه لماڻو تي لڳو ۽ ڪهڙو نه سچو! پوڙهي هو؟" آڳ نه اهڙا ٻه تي واقعا ٿيا هئا جن ۾ ننڍپڻ وارو هوس پر هن واقعي منهنجو ارادو پڪو ڪري ڇڏيو ته آئينده ڪڏهن به اعتبار نه ڪندس. هن حريف جي حرفتبازيءَ منهنجي وشواس کي ڏوڏي ڇڏيو، رات سڄي ننڊ نه آئي. ٻه چار ڏينهن اندر ۾ ڏک، حيرانيءَ ۽ ڪاوڙ هئي. ٻه ٽي ڀيرا آيا پر رڙ ڏيئي ڪڍي ڇڏيومان. هرڪو سوالي مونکي ننڍپڻ لڳو. هرڪو ڪهڙجانو غريب، ڏوکي ٻار! مهينو گذري ويو تنهن اندر جو گهاءُ نه ميٽيو. وقت پڻ سور گهٽيو پر ڏک جي يادگيري نه وسري، الهيءَ عرصي ۾ جيڪو به اچي واقف آيو تنهن کي اڀاس واپس ورايم.

هڪ صبح جو اڃا چانهه پي ويٺو هوس ته در تي گهنٽي وڳي. ڪنهن در کوليو ته ڪن تي آواز پيو، "پروفيسر صاحب آهي؟" مون سمجهيو ته ڪو ٽيون ڏوکيباز آيو آهي. هڪ سهڻو، ٺاهوڪو، رشٽ پشٽ جوان اندر آيو. مون اٿي سندس ڪهڪر ڪئي. ٿهه ٿيو، چيائين، "سائين سڃاڻو؟" روش لڳا پڻ پر چئي نه سگهيس ته ڪير آهي. جوان چيو، "سائين، مان توهانجو جهونو شاگرد آهيان. ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ ايف. ايس. سي. ۽ انٽر سائنس جا ٻه سال مونکي سنڌي

پڙهائي هئي." مون چيو، "دوست! مهانڊا ته ياد آهن، پر نالا ياد ڪونه ٿا رهن." جوان شاملراءِ ليکي چيو، "توهان وٽ هزارن شاگرد پڙهي ويا هوندا سو سڀني جا نالا ڪيئن ياد رهندا؟ مهانڊا به وسري ويا هوندا پر اسين ته پنهنجي استاد کي لکن ۾ سڃاڻي وٺون. مان رميش آهيان، ديوان رواچند ليکيري واري جو پٽ." مون اڌ ٽڪ سان چيو "هائو بابا!" رميش چيو "سائين! ايشور جي ديا سان مان اڄ وڏي عهدي تي آهيان؛ الهيءَ لاءِ توهانجو احسان مڃڻ آيو آهيان. آئون سان ڪان [illegible] ۾ آيو آهيان. هن وقت سينٽرل پي- ڊبليو- ڊي- ۾ سپرنٽينڊنگ انجنيئر آهيان. گهڻو وقت شلانگ ۾ هوس ۽ ٻئي رستا جوڙيا پر هاڻي دهليءَ ۾ آهيان. سائين کان سڪ هئي، سا اڄ پوري ٿي آهي. توهان سان ملي ڏاڍي خوشي ٿي آهي." ڪجهه ترسي چيائين، "آسيس ڪريو." مون چيو، "ٻچا! آسيس ٻي ڪهڙي ڪان گهر، مان ڪهڙي وٽ آهيان؟" رميش صدق سان چيو "ڪري مٿان ٻي ڪنهنجي هٿان. اڄ مان هن پدويءَ تي پهتو ٿي نه ها جيڪڏهن مهلائتي مدد نه ملي ها. ياد اٿوَ ته فرسٽ ايئر ۽ انٽر سائنس ۾ پرنسپال اتاڻيءَ کي چئي منهنجي في معاف ڪرائي هئي؟" مونکي ياد نه هو. انڪاري اوڏ ڏسي چيائين، "ڀلا اهو ته ياد اٿوَ ته جيرامداس لالومل وارن کان پنجاه روپيا ڏر ماهيانو

سڪالرشپ وٺي ڏني هئُو؟" مان چرڪ پري اٿيس.
مون چيو، "هائو، لوڪي مان سڃاڻان- جيرامداس ناٿرمل
جو نالو ڳڻڻ نہ ياد اچي ويو. پر، جوهو ڪان سهائتا
وٺي ڏني هئي مان." ڪنڌ لوڏي چيائين، "هائو سائين
جوهرمل! مون سان وڙ ڪري ڇڏيائين. اڄ پنجاه روپيئن
جو ماهوار ڪراهي پر آهن ڏيندي ۾ ڪنج هئا، جيڪڏهن
ان هزارن جي هٿي نہ ملي ها تہ اڄ رستن جوڙائڻ جي
پدران رستا پيو ڪٽيان ها." مون کان ٽهڪ نڪري ويو.
ڪلمندي چيم، "رستا جوڙيندي پاڻي ۽ اهڙا جوڙيندو جو انهن
مهدن اندر مٽي نہ ٿي وڃن. رستن لي ڪم نہ گهٽو لي
پيو هلي ۽ ڏن کي ڏوڙ ٻ. پلا انجنيئر ۽ ٺيڪيدار ٿيا
پئي نہ ڪم الهي پاهي جو نہ ٿيندو ٿي. ايمانداري اڻ
لب وستو ٿي پئي آهي." رميش چيو، "ايشور شاهد
آهي نہ مون سچي وقت ۾ ڪاہ اي ايماني ڪانہ ڪئي
آهي. عيبن کان آجو الله آهي پر ڏيڊهن واسطہ انها لي
آزادنا آهي نہ حق حلال جي ڪمائي ڏي. هن مهل
لائين مهر ڪٽي اٿس، اڳتي ۾ لنگ آهي لنگيہ لي."
ليرن ڪيائين ؟ پورو پورو احوال نہ ڏنائين. هن جي
زندگي ٻين انجنيرن کان نرالي هئي.

ليمڪ چيائين، "سائين، هڪ وينتي آهي." مون
چيو، "چئو سچ!" رميش جهيڻي آواز ۾ چيو، "مان
قرض موٽائڻ ٿو چاهيان ۽ ڪڏهن وياج سان. مان ٻن هزارن

۽ انجنيري پاس ڪري سگهيس، پر اڄ ڪلهه ٽن سالن
۾ چار هزار گهٽ ۾ گهٽ لڳي ويندا. مان هڪ ڇوڪرو
انجنيريءَ لاءِ پاڙهڻ ٿو چاهيان. توهان ڪنهن به نوجوان
کي مدد ڏيڻ چاهيو ٿا ته مان حاضر آهيان. ڪو به گهرجائو
هوشيار وديارٿي وديا ڪاڻ واجهيو ٿو، وهڻ گهرجي."

خوشيءَ مان مون سندس منهن ۾ نهاريو. منهن جي
نهار ڏسي چيائين، "ائين ڇو ٿا نهاريو؟" مون چيو
"توهان مونکي منهنجي وڃايل شيءِ ڳولهي ڏني آهي."
عجب مان پڇيائين، "ڪئين؟" مون چيو، "وشواس
وڃائي ويٺو هوس، ڇڱائيءَ ۾ اعتبار!" پوءِ ساري واري
سڄي ڳالهه ڪري ٻڌائيمانس. ڳالهه پوري ڪري چيم
"ويچار ڪيو هئم ته، ڪنهن به اڻ واقف سواليءَ جي
سهائتا ڪانه ڪندس پر توهان جي آڇ منهنجون اکيون
کولي ڇڏيون آهن. ياد به ڪونه هو ته ڪنهن وقت توهان جي
مدد ڪئي هئم. خراب خيال به ڪونه هو ته هيترن ورهين
کان پوءِ تون ايندين ۽ مدد کي قرض سمجهي قرض ادا
ڪرڻ جو خيال ڏيکاريندين." وري شڪرگذاريءَ جي
آواز ۾ چيو، "هڪ شاگرد ته توهان جي مدد جي مرحمت
۾ پاڙهيندس پر آسيس ڪريو ته، پنهنجي ڪمائيءَ مان
پڻ به گهرجائو جيون جي مدد ڪري سگهان ۽ پنهنجون
جيون سڦل ڪري سگهان." هن جي اکين ۾ آنسو هئا،
پاولا جا آنسو، انسان ذات لاءِ همدرد ڳوڙها. منهنجي

ڏنل پرچي آئي . ڪا ويرم ته چپ رهيس ۽ پوءِ چيم،
”ڇا تنهنجو هڪ ٻيڙو ٻڏي ويو؟ هن دنيا ۾ تو جهڙا
چڱا ۽ ڀلا ٻيا آهن نه؟ تنهنجي اداڪاري ۽ احسانمنديءَ
مون کي تنهن سو سڃاڻپ ڪري ڇڏيو . جڏهن تو ڳالهايو تڏهن
منهنجو من مون کي چوڻ لڳو ته هيءُ سچ يا هوءُ سچ؟
سوا سؤ روپئي وارو ٻيڙو ٻڏي ويو، ته پوءِ تنهن جي مدد
ڪرڻ ڇڏي ڏنءِ ۽ هاڻي هيءُ جوان جو وڃايل رقم موٽائي
ڪري موٽائي ڏيڻ آيو آهين؟“

رمش چيو، ”سائين! هن دنيا ۾ پنهنجي پنهنجي جا لوڪ
ٻيا آهن. سڀني کي سمجهڻ ڪٺن ڪم آهي. ۽ ڪهڙي
خبر ته اهي ڳالهيون ٻڌائي ڪيترن ڪشٽن سهڻ کان پوءِ لاچار
ٿي اهو ٻيڪ ڏاريو هجي ۽ تو ڳالهائي ٻڪي منهنجو ڪارج
سڌ ڪيو هجي؟“ مون ڪنڌ ڌوڻي چيو، ”نه سچ!
ورهاڱي کان پوءِ ڪيترن اڪار ماڻهن دوکي ۽ دولاب
تي ڪٺي پاڙيو آهي. مان پڻ اهڙي ڪٺي لوري لڪائي
ڪنڌس پر هڪ جي ڪري سڀ چور ٿي ويا؟ چانور
کائيندي پڻ چار چانور هيٺ مان ڪري پون ته چانور
کائڻ ڇڏي ڏبا ڇا؟ هڪ ۾ پاڻي پيئڻ سان پاڻي وڃڻ
کان وڃي وڃي ته پاڻي پيئڻ ڇڏي ڏبو ڇا؟ درياهه پار
ڪندي ڪا ٻيڙي ٻڏي وڃي ته ٻيڙيءَ ۾ چڙهڻ ڇڏي
ڏبو ڇا؟ هڪ دوکي کائڻ کان پوءِ سڀني سان نيڪي
ڪرڻ ڇڏي ڏيڻ کپي ڇا؟ نيڪي ته پاڻ ڄاڻي، بدي

۽ ٻاٺ ڄاڻي. اسين سائينءَ کان عدل گهرندا آهيون يا
فضل؟ مالڪ ڪڏهن سان ٻيد وڪڙو آهي؟ سج فقط ايڪ
انسان جي گهر تي چمڪندو آهي يا بدڪار جي گهر
تي ٻي؟ برسات وسندي آهي ته صرف ٻنيءَ ۾ ڪرندي
آهي يا ڪڏي ڪسيءَ ۾ ٻي؟ هن جي سخا سڀني لاءِ
ساڳي آهي. هن وٽ ڪو ٻيد ڪونهي، ٻيد انسان
ٺاهيو آهي. ٻيائي سوارٿ جي ڪري پيدا ٿي آهي.
سائين سوارٿ کان مٿي آهي، ٻيائيءَ کان دور آهي.
هن وٽ سڀ هڪ سمان آهن. هو چڱن سان ۽ چڱو ته
ٻڇن سان ۽ ٻلو." رميش چيو، "ياد آهي ابا ڪالهه شاهه
جون ٻه سٽون، جي توهان کي سال آڳ سمجهايون
هيون." ٻڌ مٿي لهارٻو ته هن چئي آواز ۾ شاهه صاحب
جو بيت پڙهيو:

چڱن سان چڱايون، اٻين هرڪو هوءِ
ڏو جڏن ڪري نہ ڪوءِ ٻچن سان ٻلائيون.

## ”ڏهہ ڏس ڏيکاريانءِ،
## آنبيءِ پرک اکين سان“

مدراس ميل جي فرسٽ ڪلاس گاڏي ۾ هڪ برٿ
تي سمهيو پيو هو شري سبرامڻيم ۽ ٻيءَ تي سندس
استري لڪشمي. مانيءَ سان هڪ ننڍڙو ٻار سمهيل هو.
ٽئين ٻڪن مان هڪ تي سمهيل هو سبرامڻيم جو پٽ ۽
ٻيءَ تي هڪ مسافر چندرشيکر. سبرامڻيم ۽ چندرشيکر
ٻئي مدراسي هئا ۽ هڪٻئي جا واقف. چارئي جاڳيا ٿي.
ماني کائي، ليٽيا پيا هئا. سبرامڻيم ڪتاب ٿي پڙهيو ۽
چندرشيکر مئگزين. گاڏي تيز رفتار سان هلندي پئي هئي،
رات جا ساڍا ڏهہ لڳا هئا. پڙهندي پڙهندي سبرامڻيم
اٿي ويٺو. لڪشمي اڌ ننڊ ۾ هئي پر سڏ ٻڌي اٿي
ويٺي. سبرامڻيم چيو، ”ڏاڍو سٺو واقعو آهي. ٻڌين تہ
ٻڌايانءِ.“ لڪشميءَ کي اندر ۾ ڳالهہ ڪانہ وڻي پر مڙس
جي مرضي رکندي چيائين، ”ڀلي ٻڌاءِ.“ ٽئين مسافر
جو خيال رکندي سبرامڻيم چيو، ”تون هيڏانهن اچي ويهہ
جئين مسٽر چندرشيکر جي آرام ۾ رخنو نہ پوي.“ چندرشيکر
ٽهڪ ڏئي چيو، ”آرام ۾ رخنو پوي ها تہ پهرين سڏ
تي پوي ها. سڏ اٿين ڪيءِ جڏ تہ سوني جي ڪاٽ لڳي

هيو. ٻلي ٻاڻ ۾ ڳالهايو، مولڪي نڌب ڪال ٿي اچي."
اڪثر سري اچي سبرمڻيم جي ٻاسي ۾ والي. سبرمڻيم
چيو، "ٻراٻو ڪاڻ لڌي آلم. هوڻ ۽ ڪاڻ جي سوڻ ڪان
آلما جي سوڻ کي مان وڌيڪ ملهائتو سمجهندو آهيان."
چندرشيکر ڪمڪ سان چيو، "اوڻ ڳالهه ٻڌاءِ، ڏسان
ڪهڙي وت همت آلي آليٿي." لڌو ساهه ٻري چيائين،
"ٻگوان ٻگران ڪري اچي ٻلو آهين. ايشور جي لالي
سان ٿيو اجايو سڄايو ٻاٽڪي آلت ڏين. ٻر جن لي جدون
سوار هوندو آهي لن سان ٻحث ڪهڙو؟" سبرمڻيم ڪهيورٽا
سان چيو، "چڪيو ڪوڻ اليٿي ته سواد جي ڪهڙي خبر
ٻوٿي؟ عقل جي زور لي ٿيو وڪمان واري وواد ڪران،
ڪڏهن دل مان آواز اٻرئي ته ڪل ٻوئي. گيان واري
جو گلو ٿيو هلي، ٻڳتيءَ واري جو واٿ ني ٻند. جي
اندر جو اندر ۾ رس وٺن سي ڪڇي ڪين سگهن."
چندرشيکر چيو، "هاٺي ته لو وٻاڪياڻ شروع ڪيو آهي.
چڏ وعظ کي، ٻڙه ٻڌهڄي ڪتاب جو ٽڪر." سبرمڻيم
چيو، "ڇا آهي ٻل ٻرارٿنا جو، ڪيڏي نه ٿهر آهي
مالڪ جي؟" چندرشيکر چيو، "ٻرارٿنا ڪڏهڪي، ٿهر
ڪڏهڄي! ٻرمي آهين ٻرمي! ايم-اي- فيلسوفيءَ ۾
ٻاس ڪيو ته به وهم ڪونه ويو." سبرمڻيم چيو،
"فيلسوفي ٻڙهي آلم لڏهن ته چئي سگهان ٿو ته ٽڪ
مها شڪتي آهي، جنهنجي زور لي هيءَ سرشٽي هلي

لڳي. چندرشيکر رد ڏيندي چيو، ”چڱيءَ طرح
احساس ڪريان ها ته اُنهن ۾ اُنهيو ئي نه هجن ها.
چڱو نصف ڪئي، اون ابتداء جهڙي بدالطو انهيءَ." سبرامنيم
چيو، ”هن ڪتاب ۾ ڪيترا مثال ڏنل آهن، جن ۾
ڏيکاريل آهي ته پرارٿنا جو وڏو اثر آهي ۽ ايشور پرارٿنا
ٻڌي ٿو." وڏي شوق ۽ شردا سان هو پڙهڻ لڳو:-
”منهنجو ناٿو آهي باب وچرو. اوچي ٿوي ۾ مان دنيا
جو چئمپين آهيان. جڏهن جڏهن مان ڪنهن نه چئلينج ۾
۾ ڪامياب ٿيندو آهيان ۽ منهنجو ٿي ڪارڻ پڇندو
آهيان ته ڏهن اخبارون منهنجي ساراهه سان ڪالم ڪارا
ڪري ڇڏينديون آهن. سچ پڇو ته منهنجي ساراهه پڙهي
مان لڄي ٿي ويندو آهيان. ڪارڻ اهو آهي ته مان
ڄاڻان ٿو ته منهنجي ڪاميابيءَ ۾ وڏو هٿ ايشور جو
آهي. ٿوي ڏيڻ کان اڳ مان شردا سان سائينءَ کي ياد
ڪندو آهيان ۽ هن جي سهائتا مڱندو آهيان. مون ۾
پرابو شڪتي آهي ۽ پرارٿنا سان اها شڪتي ٻيڻي ٿي
ٿيندي آهي. ڪيترا دفعا ته ڪمال ٿي چڪو آهي.
مالڪ جي مهر سان اڻ ٿيڻي ڳالهه ٿي پيئي آهي."

”هڪ دفعي جڏهن فلئٽ ۾ چئلينج ٿيڻي هئي
تڏهن ان چئلينج کان ڪي ڏينهن اڳ منهنجو ڪلو سڄي
پيو. ڊاڪٽرن يڪدم پينسلين جون سيون هنيون. ڪاڏو
گهٽ ڪاڻ سو ٻانهن ضعيف سمجهڻ لڳس. والد جي

ڏينهن صبح جو هنڌ مان اُٿڻ تي دل ڪانه ٿي ٿي. ارادو ڪيم ته هن دفعي پاڻ ڪونه ويندس ۽ اڳڙو اطلاع اختياريءَ وارن کي ڏيم. هڪ ڪارپرداز مهنجي گهر آيو ۽ مولڪي والدين واري ميدان تي اچي ماڻهن کي مدهن ڏيکاري، ڪين پنهنجي مجبوريءَ کان آگاهه ڪرڻ لاءِ وينتي ڪئي، جا مون قبول ڪئي. پوءِ مون خيال ڪيو ته ميدان تي ويندس ۽ ٿوري ڏيڻ جي ڪوشش ڪندس. هار ۽ جيت جو واليڪر کي اونو ڪرڻ نه کپي. مون دل جو ٻه ٻراڙندا ڪئي. ڪڻڻ لاءِ نه ٻر ٿوريءَ ٿي لياقت ڏيکارڻ لاءِ.

”مان ميدان تي آيس ته هر طرف کان ٽڙاون وڃي واڄون. مون هڪ دفعو وري ٻه، سائينءَ کي ٽپائيو. پهرين لنڊيا ٿيا ڏيم ۽ واڳ آهستي آهستي وڌائيو. مان پاڻ عجب ۾ پئجي ويس ته، مون ۾ اهڙي شڪتي ڪٿان آئي! مولڪان مهنجي ڪمزوري وسري ويئي. واڳ ٿپ ڏيندو ٽان جو ٻوٻون ٿيو پنڌرهن فوٽ اوچو هو. مٿي پهارام! اڳي اهڙو مٿي ڪڏهن ٻه ڪونه ويو هوس. ڪنڌ نوائي پاليءَ کان ٻل گهورام. هٿ ۾ لٺجي لٺ هٿي. الهيءَ لٺ جي آڌار سان ٿي ٿيو ڏٺو هو. پاڻ ۾ اُرغيبي طاقت محسوس ڪيم. لٺ ڪٽي پوءِ ان ٻوڙندو آيس ۽ واڄهو اچي اڃانگ ڏام ته اُٿڪ ٿي ڪانه ٿي. ٿم ڏهن ٻيم جڏهن هيٺ واريءَ تي اچي ڪريس ۽ ڇوڏاري

ٽاڙين جو ٺهڪر ٻڌجي ويو. مون واريءَ ۾ ويٺي ٿي
ايشور جا احسان مڃيا.

"اهڙا واقعا منهنجي زندگيءَ ۾ گهڻائي ٿيا آهن جن
مونکي هڪ سبق ڏنو آهي ته پرارٿنا انسان کي وڏو ٻل
ٿي ڏي. پرارٿنا سان مون ڪرامت جهڙا ڪم ڪيا آهن."

لڪشمي مڙس سان شامل راءِ ٿيندي چيو "پرارٿنا آهي؛
پرارٿنا سان وڏي شڪتي ٿي ملي."

چندرشيکر چيو، "آتما شڪتيءَ ۽ ايشوري شڪتيءَ
۾ ڪو فرق آهي؟"

سبرامنيم چيو، "ايشوري شڪتيءَ سان آتما شڪتي
وڌي ٿي. ايشوري شڪتيءَ جو ٻيو نالو آهي آتم شڪتي.
باب رچرڊس جو به ته اهو چوڻ آهي نه؟ هيڏيون سوين
ٻاليون اهڙو ماڻهو جيڪر هٿ ۾ ٻرجي وڃي ته هو جاڳي
ٿو ته سندس سوچ سندس مرضيءَ موجب نه پر پرماتما
جي اڇا انوسار آهي. گهڻو نه ملي ٿي. شڪتي اچلي گهڻو
مان ايندي آهي ۽ منهنجي گهڻو ۾ ٻڌي نه. هيٺ لون
ڪر نه! ايشور جي ڪرپا اپار آهي ۽ آتما جي ڪل
کي نه لون ڏيڻ نه!"

چندرشيکر چيو، "چوانيءَ ۾ ٿي ٻڌو ٿي وئين! باب
رچرڊس پرارٿنا ڪئي ۽ هو پرارٿنا جي زور تي ڪامياب
ٿيو ٻيو ٻين جن هزار دفعا پرارٿنا ڪندي ۽ رچرڊس کان

ته ڪنهن لاءِ ٿا چوڻو اُٿئي؟ ايشور ڀڳوان کي مدد ڪئي ڇو ته هو هن جو ڪميشن ايجنٽ هو.“

سبرامڻيم چيو، ”ايجنٽ نه پر ساٿي، سائين. جو سچيءَ دل سان صاحب کي ياد ٿو ڪري انهيءَ جو ساٿ ڏئي ٿو.“

چندرشيکر چيو، ”اهڙو مرتبو منهنجي جيون ۾ ڪڏ، آيو آهي.“

سبرامڻيم چيو، ”ڪنهن ڏينهن ايندو.“

چندرشيکر ٿڪي وسانئيندي چيو، ”ايندو ته به، ايشور جي طرف کان ته سمجهندس.“

رات جا ٻه پهر گذري چڪا هئا. گاڏي هلندي رهي، مسافر الوٽ ننڊ ۾ پيا هئا. سبرامڻيم ۽ ٻيا ساٿي به پنهنجي گاڏي ۾ آرامي هئا. اوچتو ئي اوچتو لڪشميءَ جي اک کلي پئي.

ڏارچ جي روشنيءَ لئي آئي هئي. چرڪ ڀري اٿي جو گاڏيءَ جو در کليل ڏٺائين. هوءَ اٿي ٻـو سندس منهن مان آواز ڪونه نڪتو. يڪدم محسوس ڪيائين ته ڪو اجنبي گاڏي ۾ گهڙيو آهي. هو ته اڳين هلندڙ گاڏيءَ مان چوري ڪري وارو هڪ ٻاڪو گاڏي ۾ گهڙي آيو هو. لڪشميءَ کي اندر ڏسي هن يڪدم ننڍڙي ٻار کي پنهنجي هٿن ۾ کڻي، ڇڪي ۾ چيو، ”خبردار! ٻڙڪ ٻاڦ نڪرندينءَ ته ٻار کي ٻاهر اڇليندس.“ لڪشمي سن ۾

اچي ويٺي. هڪ پاسهن ۾ ٻار ۽ ٻئي هٿ سان ٽنگ
ڪٽي، چور دز جي وانگر آيو. اڪيليءَ کان چيٽ
ڪري ويٺي. چيٽ تي سترمنيم ۽ چندرشيکر آيا.
چندرشيکر ٽپ ڏيئي يڪدم هيٺ لٿو. چور موڙهاري ۾
اچي ويو. اڇلائڻ ٽنگ هٿيس ۾ اڇلائي ڇڏيائين ٻاو
ڪي. چندرشيکر چور سان ڳنڍجي پيو ۽ جيستائين سترمنيم
۾ اچي پيرو ٽئي لدهن کان آڳ، ڪيس ٽيلهو ڏئي ٻاڪو
هلندڙ ٽرين مان لهي ويو. احوال معلوم ڪرڻ تي سترمنيم
جا حوصلا ئي خطا ٿي ويا. چندرشيکر زنجير ڇڪي ۽
گاڏي بيهجي ويئي.

خبر ڦهلجي ويئي. هرڪو مسافر منهن ڪڍي ٻاهر
نهارڻ لڳو ۽ افسوس ڪرڻ لڳو. گارڊ گاڏي پٺتي ڪئي.
ٿوري پند تي اهو ٻاڪو رڙو ڪٿو پيو مئو پيو هو. سڀڪو
سوچڻ لڳو ته جڏهن ٻاڪو جو روز هلندڙ گاڏيءَ مان
ڇڙواڻ ڪري پيو لهندو چڙهندو هوندو سو ڏڙاڻ ڏڙاڻ
ٿي واو ته ٻار جو حال ڇا ٿيو هوندو؟ ۽ ڇا ته ٿيو هجي
ته ته ٻار ته هٿ ڪرڻو هو! گاڏي پٺتي هلي. ٻار لڌو.
مئل! چيڀاٽيل؟ خون ۾ ٻڏل!؟ نه ۽ جيئرو جاڳندو، خوش
خورم! هڪ ٻوڙي ۾ اٽڪيو پيو هو ۽ اتي سمهيو پيو
هو جڻ قدرت هن جي لاءِ هڪ ننڍڙو جهولڻو تيار ڪري
رکيو هو. ٻالڪ کي کڻي سترمنيم ۽ چندرشيکر پٺهين
گاڏي ۾ آيا. هن ان دوستن سان پيا ڪيترا مسافر گاڏي

۾ گھاٽي آيا. بيشمار ماڻهو گاڏي ۾ هيٺ لهندا هئا.
هرڪو حيران هو! ٻار اڃا ماءُ جي هنج ۾ وڏائون.
لڪشمي اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳي.

سبرمنيم چيو، "شڪرگذاري ڪر. روئڻ جو ڇا مطلب؟"

لڪشميءَ جا ڳوڙها شڪرگذاريءَ جا هئا. هن کي اعتبار ئي نه ٿي آيو ته هڪ جيئاڙو گاڏيءَ مان ڪرڻ کان پوءِ به بچي ويو

گاڏي هلي. سبرمنيم ٻار کي کڻي چندرشيکر جي هنج ۾ ڏنو. ٻڙڪي ۾ چيائين، "جيئرو آهي. پرهلاد وانگر پرڀوءَ پنهنجي هٿن ۾ جهٽي ورتس."

چندرشيکر جي اکين ۾ آنسو هئا. ڪا گھڙي ڪڇائين ڪونه، پر آخر ۾ لفظ سندس وات مان نڪتا، "عجب آهي!"

سبرمنيم شرڌا سان چيو، "قدرت آهه، پيارا!"

اهو واقعو اخبارن ۾ آيو. ان تي ڪهڙو اثر ٿيو سا مونکي خبر نه آهي پر منهنجي ڪنڌ اسي ورهه ۾ اندر مان آواز آيو:

"آءُ تون پيارين ڀري پيالو پريم جو
ساميءَ هن اوسر ۾، ڪن من سڀ ڌاريانءِ
ده دس ڏيکاريانءِ آنپيءِ پرکم اکين سان."

# سائين ڏاڍو آهي،
# مٿان ڪا سينو ساهي

ديوان ڪندنداس جو ٨٧ جنم ڏين هو. ٽيهن سالن کان
سڃاڻاس. ٽيهن سالن ۾ هتي ٿوري سنڌ ۾ شايد ڪو
سال گذرو هجي جو مون کيس جنم ڏن جون واڌايون روانو
نه ڏنيون هجن. هن دفعي به وڏي ڀاوَ ۽ شوق سان
ونس ويس. البت هن دفعي ڪو شغل ڪونه ٿيڻو هو
جو سنڌس صالح پٽ سنسار مان سڌاري ويو هو.
ساماڻل پٽ جو ڏک، انڌيءَ اوستا ۾ ڪهڙو نه قهري
آهي! پر هيءَ سنت پرش اهو ڏک به سهاري ويو. سائينءَ
جو ٻل ٻيا ٻرڏ اوستا جو وسارو؟ جوانيءَ کان وٺي اڄ
ڏينهن تائين هڪ ڏينهن به پرارٿنا کان سواءِ ڪونه گذريو
اٿس. تپ ۾ پيا هنديءَ وڏيءَ ٻڙا ۾ رهراس ڇٽي ڪونه
سمهندو. آرداس لنت ليم سان ڪندو آهي ۽ وڏي وير
ويٺو ڏڪڻيءَ کي ڏيائيندو آهي. درويش دل انسان آهي
۽ اسين سڀ سنڌس سنتوش، سهڻن شيلتا ۽ پريم جي
ساراه ڪندا آهيون. جن کي پڙيءَ جو ٻل آهي لڌهندو
ڇنت سدائين نرمل ٿو رهي. هنڌي عمر ٿي وڃي آلس
نه به هر حال ۾ راضي. مون کيس ڪڏهندو، ڪڙڪندو
يا ڪڙهندو ڪونه ڏٺو آهي. ٻئار جا پٽ پيا پرلڌس نه

۽ آرام ڪرسيءَ ۾ ليٽيو پيو هوندو. ڪتي کي پڇندس ته
”ڪٿان آهيو؟“ ته ٺهه ٺهه چوندو، ”مولڪي ڇا آهي؟
تو رو لپ آهي؛ سپاڻي تائين اٺڪ ئي ويندس.“ ته آئس
پئين واري وڙه پوڙه ۽ نه آئس سراءِ جي رنجهه ڪدجهه،
ڳالهائڻ جو مزو، سياڻو جو ٻاجهارو، ٻهڄي ٻراڻي سان
ٻرام جي وراڻ ڪرڻ وارو فقير آن جمرا ٻهريءَ جي ڪري
ٻڌي گهٽ وڌ ٿو، نيڻن جي جوت ۽ ذرا جهڪي ٿي
آئس، ڏند ڪوڙا آئس، گهڻو گهٽڻ ۾ پيرو نه ۽ روز
ڏاڪڻيون گهر جون لهي ۽ چڙهي، اڌ ميل پنڌ ڪري
پوري سوري ماني کائي، سڄي محلي جو سير ڪري
سيئي سان رامسف ڪري اچي. سڄي ڏينهن ۾ مڇهڻ
جي مانيءَ کان پوءِ اڌ مدو ڪلاڪ آرام ڪري ته ته صبح
جو ڇهين اچي ڪان راتف جو ڏهين لڳي تائين ڪتب ئي
نه ليٽي. اڄڪلهه جي جوانن کي ان کو وجهه ملي ته
ڏينهن جو ٿي چار ڪلاڪ سمهي پون ٻر هيءُ ٻراڙ مڙس
بستري کان پري. آرام ڪرسيءَ ۾ آهليو پيو هوندو ۽ پير
کوڙ ڪو ڌرمي پستڪ پڙهندو. سراءِ ۾ جي اها چستي
ڪاڻ آئس نه هيڏيءَ وڏي عمر ۾ پيڙاءِ جي سستي ۽
ڳاڻ آئس. حافظو هاڻي مڙيوئي هئيو آئس جو ٻيون
ڳالهيون پنڌڻ سان وسري ٿيون وڃن ٻاقي عجب آهي
نه ڄڃراڻيءَ وارين ڳالهيون اڃا ياد آئس. مان جڏهن ڪيس
ڳڏجان ٿڏهن جهڪي ڪيس ٻرڻام ڪري ڪاڻس اسيس

وٽان. ٨٧ ڄمڻ ڏينهن لي جيڪر ڪيڪ ڪٽڻ جي رسم
ڪرڻ ليٽي ڇڏي ته به ساڌارڻ واڌائن ڏيڻ لاءِ وٽس وڃڻ
ڌرم ۽ فرض سمجهيم.

ديوان آرام ڪرسيءَ ۾ ويٺو هو. در ۾ اندر گهڙندس
ته مون کي چيائين، "گڊ مارننگ." گڊ مارننگ اهڙي ته
ڪڙڪي واري آواز ۾ چيائين جو مونکي سندس سنڌ وارا
ڏينهن ياد اچي ويا. ڇا ته هن مانجهي مڙس جو رعب
هوندو هو! سنڌ جي ايڪ وڪيلن مان هڪ هوندو هو.
اُن سمي ۾ اهڙو ڪيس مشڪل هوندو هو جنهن ۾ هيءُ
ديوان دالاڻ ديران هڪ طرف جو وڪيل نه هجي!
سرڪاري وڪيل هوندو هو. پبلڪ پراسيڪيوٽر ٻيا به
گهڻا ڏينهن ۽ پڇم ۾ هن ديوان کي ولڻ وارو ڪرڻ هو.
هوشيار ۽ ايماندار! وڏن وڏن ڪيسن ۾ تو جي زميندارن
۽ وڏيرن لکن جون رشوتون آڇيون هونديون پر هيءُ
ٽڪيو سچو مڙس، ٻهڪجي ماڪ ٽان ڪڏهن به نه ٿڪيو.
طورت ۾ ايهڙو هو نه ڪنهن جي پرواهه نه ڪندو هو.
آواز جو ڪاهل، دل جو ٻٽو، سڀاءُ جو شڪول، جڏهن
ڏيهي لڳي ڪندو هو ته ڏهن ججن داد ڏيندا هئس.
سرڪاري وڪيل جو مدو پورو ڪري ٻاهرجي وڪالت
شروع ڪيائين ته به سيڪو ڪيس عزت سان هلندو هو ۽
سندس اڳي پيا پيا دليلن جو داد ڪندو هو. دل جو به
بهادر هوندو هو. سڀ سنڌ ڇڏي آيا، هيءُ اڪيلو وڪيل

سنڌ ۾ ئي رهي پيو. پنج ڇهه سال ته ورهاڱي کان پوءِ
به اتي رهيو پيو هو پر ائين جڏهن سندس گهر ئي ڪن
غولن ڪاهه ڪئي تڏهن ڏيءُ کي وٺي هندوستان ۾
هليو آيو. سندس استري اڳ گذاري ويئي هئي. اهڙيءَ طرح
اڳ ڇهه ڪاله رهي لهندڪري ملڪ سان الوداع ڪري
اچي پارس ۾ پنهنجو آستانو ٺاهيائين. ان کي اٺ
ٻارهن سال گذري ويا. سندس ڪليل ڪيڪر پڌي منهنجي
واقف مان اڪري ويو، "اڃا جوان آهيو بابا! سؤ ورهيه
ته ضرور پورا ڪندا." مهرباني ڇوڪري جي اچاءِ چيائين،
"اڃا جيئان؟ گهڻو ئي ڏٺم!" لڏو ساهه پري چيائين،
"جيڪو ويو سو مڪت ٿيو. قيد ۾ آنند ڪهڙو؟"
مون چيو، "بابا! سنسار جيڪڏهن قيد آهي ته سولو
قيد آهي. هن ڪاليوڳ ڪهڙي دنيا هوندي، ڪير ڄاڻي؟
مان ته ڪڏهن سوچيندو آهيان ته انسان جي عمر
ايتري لنبي ڇو مقرر ٿي! پنجاهه سٺ ستر سالن ۾ آخر
انسان ڪري ڇا ٿو سگهي؟ ٻارهان پندرهن سال وڃن
ساماٽجڻ، پڙهڻ يا ٻالڪي ڏاڏي ڏاريءَ لاءِ تيار ڪرڻ ۾،
ٻيا پندرهن، سال ٻالڪي پنهنجي پيرن تي بيهارڻ ؟
گرهست آشرم کي سنڀارڻ جي ڪشمڪش ۾، باقي ٿورا
ٽيهل سال وڃن رلڻ، ڪنجهڻ ۾ ۽ ٻالڪي تندرست رکڻ
جي پٺين ۾." چيائين، "شاهوڪار وري ٿا، جڻن جو لڏڻ
پئسي جي آسري تي پيا لڳن پر پٽ، اندرين آرام

پئسي سان اُهو خريد ڪري ٿو سگهجي. پر پئسو ٻيا پدارٿ، عهدو يا اقبال، سونهن، جواني يا ناموس پر نه ئي اهڙا چيزون آهن. چندرما ڀلي پوراماسيءَ جي ڏينهن آسمان ۾ ڏوڙيءَ کي ڀنڀوڙي چمڪ سان چمڪائي ڇڏي پر چندرما جي سهائيءَ تي ڀروسو ڪهڙو؟ اڄ پوراما نه، سڀاڻي اماس!"

مون چيو، "بابا! توهان جيڪو اچا جمع نه چاهيو؟ سچ ٻڌايو! مان نه جيڪو چاهيان ٿو هن جيون جو سفر لنگهيو ٿئي ته مالڪ جي عطا ڪيل ميءَ جي مٽ مان جام جي مٽان جام پي بيهوشي ٻاس کي اسورو ڪريان. بادشاهه ظفر جو هيٺ پاد ايندو آهي ته، هڪ قسم جي خوشي اندر ۾ محسوس ڪندو آهيان ۽ سمجهندو آهيان ته مدهوش وارو جي ترجماني ڪري ويو آهي:

نشئه عشق ڪا گر ظرف ديا تا مجهڪو
عمر ڪا تنگ نه پيمانه اتنا هوتا!

مان ائين چاهيندو آهيان ته عمر ايتري وڏي هجي ها جيتري مالڪ ميءِ موجود ڪري ڏئي."

بابا کهيرتا سان چيو، "بادشاهه ظفر سٺو شاعر هو پر هڪ آتم نه جڏهن کيس گرفتار ڪري، انهن کان وڇڙي، اُڌو ڪري، گهر ۽ وطن کان دور مانڊلي جي جيل ۾ بالدي ڪري وڪيو ويو هوندو تڏهن اهڙي قسم جو شعر ڪرڻ چيو هوندائين."

مون حيرانيءَ مان پڇيو، ”بابا! اڄا مغلن جو اتهاس به ياد اٿوَ؟“

هن چيو، ”ڇو ڪين؟ پراڻيون وارتائون ذهن ۾ ٽڪيون آهن. عمر جي ڪري هاڻوڪا واقعا وسري ٿا وڃن. ماضي ياد، حال ۾ حيران، آئينده کان نا واقف! اڄڪلهه جيڪي پڙهان سو وسري وڃي ٿو ”ڪراما“ اڄ به ياد آهي. فردوسيءَ جي شاهنامي جا وڏا ٽڪر ازبر ياد آهن. رام، شاهه ظفر جوانيءَ جي وقت ۾ ابرابر عمر دراز منگي هوندي، پر ٻڍاپڻ ڏينهن ۾ جيئڻ کان بيزار هوندو. سندس هو شعر ياد اٿيئي جنهن ۾ اسان وٽ رڪارب هوندو هو؟“ سوچي چيائين، ”لڳتا نهين هي دل...؟“

مون چيو، ”ڪجهه نه ياد آهي.“ چيائين ”پڙهه.“ مون پڙهيو:

لڳتا نهين هي دل ميرا اجڙي ديار ۾
ڪس ڪي بني هي عالم ناپائيدار ۾
ان حسرتون سي ڪهدو ڪهين اور جا بسين
اتني جڳهه ڪهان هي دل داغدار ۾؟
رولا هي بد نصيب ظفر دفن ڪي لئي
دو گز زمين ڀي نه ملي ڪوئي يار ۾!

ديوان جي اکين ۾ ڳوڙها ڀري آيا. ڀرڀل آواز ۾ چيائين ”ساڳيو بادشاهه آهي نه، جنهن ڪنهن وقت وڏي عمر جي خواهش ڏيکاري هئي؟“ ٿڌو ساهه ڀري چيائين

هلندي هلائي، ڪنهن جو محتاج نه ڪري، پنهنجي گهر
مان ڏيندو رهي، سمجهه سالم رکي ۽ مت اوچي رکي ته
واه نه نه اچ وڃي وڃي. ۽ اهي سڀ ڳالهيون ڪهڙيانين؟
دنيا آهي دک جي لنگري. سک سان گڏ دک گڏيو پيو
پيو آهي. سک لاءِ جيڪو وقت وڏو آهي ۽ دک لاءِ
لفظ. سک گهڻو ئي سهاري نه وڃي، ۽ دک جو
اٿو ئي مشڪل ٿي ٿو پوي. ڀڳوان موت پيدا ڪري انسان
تي احسان ڪيو آهي نه ته دنيا ۾ پائيمال هجي ها. ۽
افسوس اهو آهي ته، مون جهڙا پڙا پيا جيئن ۽ جوان
جوان هليا وڃن. بادشاه ورهين جو مس هو ته پٽڙو هليو
ويو ۽ مان ستاسي ورهين جو پوڙهو ويٺو سندس وڇوڙي
جي دک سهڻ لاءِ جيئان!"

ٻهراڙي دفعو، ٽيهن ورهين جي واقفيت ۾، مون ڪيس
اداسائي واري نوع ۾ ڳالهائيندو ڏٺو. مون پڇيو، "اهڙو
ايڏو ۾ وسواس آلاءِ ته اوهين گهٻرائجي ويا آهيو؟"
سوال پڇيائين، "ڪارڻ ڪرڻي؟ صبر سان سڀ ڪري
پوڇيندو آيو آهيان ۽ انهيءَ جي معنيٰ اها نه ته آهي
ته مان دک کي محسوس نه ڪندو آهيان. ۽ هاڻي باقي
ڏسڻو ڇا آهي؟ ڇا نه ڏٺم؟ ماستري ئي ڪيم نه وڪالت
ئي ڪيم. سو روپين تي گذر به ڪيم ته هزار به خرچيم.
ٽيهه رواما اکهار به ملي نه ڪيس ۾ لک به جمع ڪيم.
جوانيءَ ۾ جهڪي محفلون ڪيم سي اڄا ئي ياري کي ياد

هوندا هون. اهو ڏينهن ڪونه هوندو هو جو ٻارڻي نه هوندي
هئي. مون لاءِ رنڌڻو الڳ هوندو هو، جتي طعام
پيا تيار ٿيندا هئا. سو غلام حسين کان وٺي مسٽر پرمانند
ٽرانسڪو تائين سڀ مون وٽ اچي لهندا هئا. ڇا نه شغل
لڳندا هئا ۽ ڇا نه خرچ ٿيندو هو! اڄ جو منهنجو هوندو
هوس، آهستي آهستي سڀ عهدا ماڻيم. ڇهه نه سولا پلا
۽ لغما اڄ به منهنجي ڪپت ۾ رکيا آهن. ڇوڪري ۾ ڇوڪرو
منهنجو مان آهيان. گهر جي جيون به ڏاڍي سکي هئي.
اڄڪلهه نه شرم ٿو اچي ٻار اسانجي ڏينهن ۾ گهڻن ٻارن
وارن کي لڄ ڪانه ايندي هئي. ١٣ ٻار نه مونکي به
هئا! ٧ پٽ، ٦ ڌيئر. مان شان ڪيڏو هوا جوانيءَ ۾
پنهنجي ڪم، تيزفهم، فضيلت ۽ اصيب سان وڏن وڏن
ججن لي رعب وجهي ڇڏيم. انهن ڏينهن جا انگريز
عملدار هوندا ئي درياه دل هئا. ڪڏهن سان دل پڇهن
نه چاڙهي ڇڏيس. ڪيترن آفيسرن جي مولسان دل لڳي
وئي. انهن جي السا ڏيکارڻ سان مان ان چڙهندو ويس.
ٺاڪران اسسٽنٽ نه ٻره پبلڪ پراسيڪيوٽر ليس. ڪرڙ لاڳي
جا ڪمام ۽ گڏ ڪيم. ماکي مٺي چکي ٻئر جي ٻڌيان
ماکيءَ جي مک جو ڏنگ نه هجي! جڏهن سمجهيم لي
نه دنيا سرڳ پوري آهي، عيش عشرت جو مڪان آهي،
سک جي نگري آهي تڏهن مونکي هڪ ڌڪو آيو.
جوان، مکيل پٽ گذاري ويو. ڏاڍو صدمو رسيو. اڃا

اهو سور جهڪو ٿي ته ٻيو هو ته ٻيو پٽ گذاري ويو،
الٽو ٻنهي پٽ هليا ويا! ٻنهي پٽ! ٻهراڻ پٽ جي سرڳواس
ٿيڻ کان پوءِ سائين ياد آيو ۽ موت جو اُلڪو ٿيو. انهي ٿيم
پاٺ شروع ڪيم. پوڄا پاٺ ۽ چڱا ٻيا ڪرم ڪيم ته
پوءِ؟ مولتي دک ڀڃڻ آيو پر موڻ مالڪ کي
ڪين ڇڏيو. ڪٿي ڇڏيائس جڏهن اکين ڪرمن جو لکيو
ٿي اکين سان ڏٺم؟ جي هن جنم ۾ نه ڇڏي ڏيانس ته
ايندڙ جنم ۾ هو مهنجو ساٿ ڪٿي ڏيندو! دک وساري
ڇڏيم پر هن کي نه وساريم. ڪمائي جٿي جو لٿي رهي.
خرب ڪمايم. ٺاڪا ڀيڪا لياسين. ٻار صالح هئا، چستا
ڪالا هئي. سک جي ٻٽي گذري. پر خبر ڪانه ته
ڪٿي وڏو پٽ اٿاسٺر وڇوڙي جو داغ ڏيئي هلي
ويو؟" ڳوڙها ڳڙهندي چيائين، "روز سندس مورت اڳيان
اکين اڳيان ايهندي آهي. ماڻ ڳالهيون ڪندو آهيانس.
روز سندس تصوير تي گلن جي مالها چاڙهيندو آهيان.
ڪالهه رات ١١ بجي ڇرڪ پري اُٿيس جو خيال آيو ته
اڄ هار ڪونه چاڙهيو اٿم. خاطري ڪري وري وڃي
سمهيس. الله جي جو ڏنل اڄڙي آهي. سمجهان ٿو
ته اولاد امانت آهي ۽ جي ايشور امانت ٿو وٺي ته انهيءَ
تي هالدوس ڪرڻ ناشڪرگذاري ۽ خيانت آهي پر دنيا
جو موهه به ته ڇرال آهي! ڏايڍي مرضي اٿم ته باقي ٻارن
مان موهه نڪري پر رت جي ڇڪ ته ڇڏي نه! ڇوڪرن

پرٿيون ڪيا. هڪ ڏينهن پوڙهي پر گرهستي جيون ۾
گهڻو گهاري نه سگهي. هن جي اندري ڏسي پڻ
ڇوڪرن ۾ نه پرٿينءَ جو پرڻ ڪري ڇڏيو." مون پڇيو،
"بابا! هي سڀ ڳالهيون مان ڄاڻان ٿو، پرهان ٻاهر کي
پريشان نه ڪريو." ڪنڌ اوڏي چيائين، "اها ئي ته
موليان ڳالهه آهي ته جو ساڳي ڳالهه ور ور ڪري ٿو
ڪريان! اها آهي پٽ! منهنجي آهي زندگيءَ جي شام.
شام آئي ته سج لهندو. منهنجي زندگيءَ جي اها شام
اڄ وڃي آهي. اڄها رات آئي. رات جو سهڻو آهي
ته لڪ ٿئي. موت به رات آهي جنهن ۾ زندگيءَ جو
لڪ ٻرڻ ٿي ٿئي. صبح جو تازو ترارو ٿي انسان اٿندو
آهي. تنهن جيئن آهي تيئن صبح. موت جو ڊپ ڪوڙي.
جهوني عمارت ضرور ڊهندي ۽ الهيءَ جاءِ تي نئين
عمارت جڙندي. منهنجو سرير به هڪ جهوني عمارت
آهي. ڊهي ته ڇا آهي؟ هيءَ پراڻو پڃرو ڊهي ته ٻکي
مڪس لٿي."

مون پڇيو، "بابا! مرڻ جو ڊپ ڪيو آئو؟" جواب
ڏنائين، "اصل نه. موت ڊپ پچارڻ ته آهي. هو ته ٻاهر
پيري، مرض ۽ دکن جي پڇاڙي ٿو آڻي. پر جنهن
انسان کي موت جو ڊپ آهي ته ٻاهر چڱو. موت جي
ڊپ ۾ انسان بيپرواه نه ٿو رهي سگهي. جڏهن ڊپ آئس
ته هڪ ڏينهن هلندس لڏهن ستي ڇڏي پنهنجي جيون

اسڪل ڪري جو ٻيٽ ٿو ڪري. مدش چاهي ته هن ٿوري
جيون ۾ ، اهڙا ڪم ڪري ٿو سگهي جو امر ٿي وڃي.
دنيا ۾ هيڏا سارا ڪارناما ڪنهن ڪيا آهن؟ وگيان رستي
قدرت تي غالب ڪير ٿيو آهي؟ انقلاب ڪنهن آندا
آهن؟ سنڌارا ڪنهن ڪيا آهن؟ ٿوري عمر ۾ ڪارنئين
ڇڳي ۽ وڏي عمر، لاچاريءَ ۽ اڻواريءَ جي، ڪهڙي
ڪم جي؟ مان اڃا به جيئان ۽ وڃان وڌندي ڪمزور
ٿيندو. يار دوستار، استري، ٻار ۽ ٻار هڪ هڪ ٿي
هلندا رهيا ۽ مان انهن کي ياد ڪري ٿيو جهوران!
ڪيستائين؟ جيستائين منهنجو ڪو به نه رهي؟ مان
اڪيلو ئي اڪيلو رهجي وڃان ۽ ڪروڙن ۾ ٻانڪي ڏاڍو
ٿيو سمجهان! ڪر ۽ سڀئي منهنجي ساٿ ڏيڻ وارو نه
رهي ۽ ضعف جي وس ٿي ڪنهن تي ٿيو هجان ته زندگي
ڪهڙي ڪم جي؟ ٻاٽي وهندڙ پاڻي ۽ ڍنڍ ڦٽندڙ پاڻي.
ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو آهيان ته جيڪڏهن موت نه
هجي ها ۽ هر ڪنهن جيئڻ جي ڳهڻ ۾ سؤ سؤ ڏاڏا ۽
اولڙيون ٿي ڏاڏيون هجن ها ته، هن دنيا جو ڇا حال
ٿئي ها! اڄڪله، ماڻهو هڪ ڏاڏي مان ڪڪ، هڪ
ٻيءَ مان بيزار ٿا. هيڏي ساري ڪٽڪ سان سندس حالت
ڇا هجي ها؟" ڪلي چيائين، "ٻڌها ٿيو انهي ڪري
ها، وشدو ٿيو ڪاڏي ٻهڪائڻ جا ٻٽن ڪري ها ۽ مهيش
ٻهڪش وٺي وڃي هميشه لاءِ ڪيلاش تي سماڌيءَ ۾ وهي

ها. پٽ، وڏي عمر لاءِ دعا نه مڱ، ڪارڻ ته جيئڻ
لاءِ نپارڻا ڪر." ٽالسٽاءِ پوري چيائين، "صبح، منجهند!
شام ۽ رات! ٻالپڻ، جواني، پيري ۽ موت! ٿڪاوٽ ڪواهي
آسمس ڪو نه باقي جيئڻ دک ڀيا گڏري." مون ڪڏهن
به هن انزرگ سان هن قسم جو بحث ڪيو. ڪيو هو. هو
٨٧ جمرڊن ني سنڌس گيان جي ڳڻن سان ڪولارڊ
ئي ويس. مالڪ هر ڳالهه راز رکيو آهي. ڪير سندس
ڳجهه ۾ هٿ وجهي؟ انسان پاڻ ئي نئون نئون ايجادون
ڪري ۽ روز اروز قدرت جون نروليئون سڻي، پر جيوت
۽ موت جو سوال ئي آهي جتي هو نيوس نه-و نوي.
مون وري نه نوڪام ڪندي اندر ۾ چيو، "ٻاهران سنتل
لڳندو آهي پر اندر ۾ هن شخص کي ا ـ طوفان آهي!"
هالو زندگي وار جو لاهه چاڙهه آهي. سک ۽ دک ڳنڍيا
پيا آهن. سچي ڳالهه آهي نه جي موت نه هجي ها نه
انسان کي ڪير جهلي سگهي ها؟ دنيا جو ڇا حال ٿئي
ها جيڪڏهن ڪنس، راوڻ، هرناڪش، چنگيز خان،
نادرشاه، اورنگزيب، نيپولين، زار، هٽلر، مسولني،
سٽالن ۽ مائو جهڙا ماڻهو مرن ئي نه ها يا هزارن
سال جيئرا هجن ها؟

ايشور انسان کي وڏي شڪتي بخشي آهي پر هڪ
ڳجهه ڪانئس لڪائي رکيو اٿس. جيئڻ ۽ مرڻ جو ڳجهه،
ڪانئس لڪائي رکيو اٿس. جيئڻ ۽ مرڻ جو ڳجهه،

زندگي ۽ موت جو راز، هستي ۽ نيستيءَ جو ڀيد. انسان آيو ڪٿان؟ ويندو ڪيڏانهن؟ ايندو ڪڏهن؟ ويندو ڪڏهن؟ اها ڳجهارت ڪير سلي! اٽلي وڌو جا آهي ڪوريءَ جي مٺ ۾. ناهي ٻيو ڀاهي، ڪنڀار والڳر. لاهيءَ ڪري نه درويش چئي ويو آهي ته الله ڏاڍو آهه. حقيقت آهي ته:

سائين ڏاڍو آهه مٿان ڪا سيڙو ساهي
ڪري ويٺو ڪار ڪنڀار جي
هڪڙا ڀڃي ٻيا ٿو ٺاهي.

# قسمت قيد قوي نه ته
# ڪير اچي هن ڪوٺ ۾؟

شيخن جهڙو مڙس هو. پدن رڪ جو ٺهيل هوس.
آکاڙي ۾ لٺو نه جهلي آفريڪا جو ڪارو چيتو ڪاهي آيو.
داءُ پيچ هرڪنهن راندیگر کي اهڙا آهن جو هن جون
حرڪتون انوکيون هيون. ڪري ته ڪشتيباز هن جي آڏو
اچڻ کان نه سگهندو هو. سڄي پنجاب ۾ ڌوم مچائي
ڇڏيائين. للڪارون ڪيتيون ملڪ پر للڪار ڪرڻ وارو
تال ۾ پنهنجي پٺي زمين سان لڳل ڏسي، آڻ مڃيندو
هو. وڏو دل گل ٿيو. فاليلس ۾ هيءُ پانڪر پهادر چئمپين
قبول ڪيو ويو.

پنهنجي پ-رالت ۾ پهرين نمبر پهلوان، پنهن پ-وانتن
جي ڪشتيبازن سان، مقابلي ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو. اهو ئي
وقت آيو جڏهن هندستان جي ملهن جو مقابلو ٿيو.
چنانچه جبري هئي ته آخر ۾ سوڀ جو سهرو هن سورمي
جي سر تي آيو. عجب اهو نه جن ته جبرن هن جوڙي
سان سيڙو ساهيو سي گرزن ڪي سيڪنڊن ۾ سهڻي
ويا ۽ هار قبوليائون. طاقت نه پنهن راندیگرن ۾ نه هئي،
انڪلون هو اهو سکيا هئا، سان جا سال آيپاس هڻن ته
ڪيو هو پر هن ڪشتيباز ۾ ڪهڙي علحدي خوبي هئي

جو ٻال ۾ ئي ٻنهي ووڙهن کي سٽي سگهندو؟ نالو ٻڌجي ويس "هڪ ڪي." ساري هندوستان هن کي چئمپين قبوليو. ڪنهن پلا هن ديو جو نالو نه ٻڌو آهي؟ نالو هوس گاما! گاما پهلوان.

گاما پهلوان جي هاڪ هندستان مان نڪري وئي. سمنڊ ساره ولايت کي وسيو. دنيا جو مشهور کيڏاري زبسڪو کهي پارت ۾ آيو. مقابلي جا وڏا سانباها ٿيا. گاما تيار هو. گاما ۽ زبسڪو! انهن ٻنهي شينهن جو مقابلو هو. ڪير کٽندو؟ شرطون لڳي ويون. لکن جون شرطون! هڪ روپئي کان وٺي ڏهن هزارن تائين. دنگل جون ٽڪيٽون بليڪ مارڪيٽ ۾ وڪامڻ لڳيون. هر ڪو منتظر هو هنن ٻن ٻوڏن جي ٻڌ ڏسڻ لاءِ ٻر ٽڪيٽون ڪٿي؟ جڏهن گاما ۽ زبسڪو اکاڙي ۾ آيا تڏهن تاڙين جو ڦهڪو ٿي ويو. ٻنهي جي ٻهڪ عاليشان هئي. گاما ڪارو ۽ زبسڪو گورو! ڪاري ڪر کنيا ته گوري گردن اوچي ڪئي. گاما جو هٿ زبسڪو جي گردن ۾ ته زبسڪو جو هٿ گاما جي ڳچي ۾. ريفري تيز نظر سان تيار بيٺو هو. ڪٿي ڪير به ٻر ڄاڻا ڪ هئي ته مقابلو جهرو ٿيندو ۽ حاضرين کي ٽڪيٽ جو اجورو پورو ملندو. سيٽي وڳي ۽ ڏسندڙ سڏا ٿي ويٺا. ڪنوڻ جو ڪهڙ اهو وقت ولندو آهي. هيڏ ته اهو وقت به نه لڳو. واه ڙي هڪ! اک چنب ۾ زبسڪو اچي زمين تي سڌڪو ڪيو ۽ ڏهن

سيڪنڊن ۾ شڪست قبول ڪئي. اعتبار جي ڳالهه
ڪانه هئي ته ڳالهه سچي هئي. ڏسندڙ ٻارن نه سمجهي
ڪونه سگهيا ته جڏهن راڻوءَ سڌي وڃائي، پهلوان
کي هيٺ ڪري، گاما جو هٿ مٿي ڪيو تڏهن تاڙيون
وڄي ويون ۽ نعرا لڳا. حقيقت آهي ته جيڪي نڪتيون
وٺي آيا هئا سي سڄو معاملو منٽن ۾ ختم ٿيل ڏسي
اداس ٿيا ته جڏهن محسوس ڪيائون ته گاما جي سوڀ
۾ هندستان جو مان مٿي ٿيو تڏهن فخر وچان ڏاڍيون
جون ڏاڍيون لڳائڻ لڳا. ڇا ته جشن ٿي ويا! ڳلن جي
ورڪا ٿي ويئي. ماڻهن چالديءَ جون منهون ٻري مٿان ڦس
گهوريون. گاما جو ٻول بالا ٿي ويو. اکيان ڇڏي، پوءِ
گاما جي گاڏي ۽ ٻئيان چاهڪن جا ميڙ! زنڪو ڪان
ڪٿي آيو هو ته چڪرورتي راجا ٿڪجي آيو هو! گاما
هوندي ته شڪل جو موچارو هو ته هن سوڀ جي گهڙيءَ
۾ ڏاڍو سهڻو ٿي لڳو. اکين ڏٺن ۾ جڏهن ڪو سورهيو
ڪيٿ ڪٿي ايندو هو تڏهن ٿي ڪيس ايلاءِ آجيان ملندي هئي.

پٽيالا جي مهاراجا هن کي پنهنجي درٻار جو رتن مقرر
ڪيو. قدردان قدر ڪيو. گاما پارسي رتن جو مرتبو ماڻي،
پٽيالا ۾ پهلوان منڊل شروع ڪيو. جتان ڪتان جا پهلوان
اچي اتيءَ سکيا گهر ۾ شامل ٿيا. پنجن ورهين ۾ ڪشتيبازن
جو ڪٽڪ تيار ٿي ويو. هڪ هڪ جوڌو پنهنجو مٽ
پاڻ هو. اتيءَ ڪاپوءِ گاما کي ورڇي وڙهڻ جو ضرور نه

ٿيو. ڪڏهن للڪاري ۽ پهرين هن جي شاگردن سان فيصلو ڪري. ڪڏهن پهلوان گاما تائين رسي نه سگهيو. گاما کي پينشن ملندي رهي. اهو ڪافي هو ته پارٽ جو وڏي ۾ وڏو ڪشتيباز پٽيالا رياست جو رتن هو.

ورهاڱي کان پوءِ گاما کي هندوستان مان لڏڻو پيو. آکاڙي ۾ ويهي ته پهلوانن کي للڪاري سگهيو ٿي پر راتوچاڪ جي سمي ڌرم، مذهب جي جنون ۾ هٿ ڦلائي حملو ڪندڙ حيوانن کي ڪير للڪاري سگهي؟ پيا نه نهرو ٻڌو گاما ته بچي ويو! ڪٿي نه بچي؟ پلا هڪ واحد ۾ هندوستاني گاما ڦري پاڪستاني گاما جو ٿي ويو! سياست جي ڪري ڏيک ٻڌ ٿي پيا، ڀراوا ٿي پيا، ڏڪار جي لائق ٿي ويا! گاما جي هرڪو عزت ڪندو هو. هن جي ڪارنامن تي سڀني کي فخر هوندو هو. پر تعصب اکين ۾ ڦيرو آڻي ڇڏيو. لڙيا حيوان، مٿا انسان. وڙهيا سان لٽاڙيا پورا. سکن سان ڪڏ آيا ۽ سڙڻ لڳا. بغض جي باه کان گاما الائي ڪٿي اچي لاهور پهتو! جون تائين ڪن سک سڄڻن جي سهائتا ملي وئي، جن جهوني دوستيءَ جو ذمو نڀايو، ڪيس سرحد جي پار پهچايو. سڀ ماڻهو هڪجهڙا نه آهن. مثال آهن ته پاڪستان ۾ ڪيترن مسلمانن جا هٿ هندن کي رسيا ۽ هندوستان ۾ ڪيترن مسلمانن کي هندن جي مدد ملي. پر ڪوني ڪاهي. ڏيکي صفا ارشاد ٿي ڪاڏهن واقعي

ياد آئين ٿا ڪيڏي نه ڪيرلي اُٿس، ڪيڏو نه مان اُٿس!
پر اِهو مان ڪيسٽا ٿيڻ؟ سونهن جو شعاع ڪـن ساعت،
جوانيءَ جو جوش ٻل ٻر، عهدو اقبال لا بقا، شاهوڪاري
هڪ سٿي ۾ ختم! سڀ ڪوڙ، سڀ فنا! مرڻ کان پوءِ
انسان وسري وڃن. ٻهروڻو وڃي ڪمس ڳولهي لڌو. ڏسي
حيران ٿي ويو. هيءُ هو گاما پهلوان، لکن جو لاڏلو!
هن گاما ۽ هن گاما ۾ ڪيڏو فرق! گندي بستيءَ ۾،
اونداهي ڪمري ۾، اڌ ڇڳل کٽ تي سمهيو پيو هو!
ولي پراڻي، وهاڻو ميرو. غربت جي مجسم تصوير! ٻهروڻو
گاما کي اڳي گهڻا ئي دفعا ڏٺو هو پر هيءُ گاما ساڳيو
گاما ڪونه هو. هو گاما هو ديو جهڙو مڙس ۽ هيءُ هو
هڏن جو پڃرو. هوُ هو فخر هند ۽ هيءُ هو وساريل
پاڪستاني! ٻهروڻو جي وات مان لفظ نڪري ويا، "گاما
جو هيءُ حال؟" گاما ضعيف آواز ۾ ورائيو، "آسمان
مان ڪريل انسان جو حال ڌرتيءَ تي اهڙوئي آهي. خير
ڪريو توهان ڪئن مونکي ياد فرمايو؟ اڃا به ڪي آهن
جي هن مسڪين مهاجر کي ياد ڪن ٿا؟" ٻهروڻو جڏهن
ٻڌايس ته هند ۾ هن جو نالو اڃا به عزت سان ورتو ويندو
آهي تڏهن هو روئي ويٺو. ڳوڙها ڳاڙيندي چيائين "مان
هند ڇڏي آيس جو سمجهيم ته هند ۾ رهڻ ناممڪن
آهي ۽ جتي ڪروڙين مسلمان اچيا، رهن ٿا اُتي مان به
سمائجي وڃان ها. مون سمجهيو ته مسلم حڪومت ۾

نه اهو گهر وڪڻي ڪاڄ ڪندس." سيٺ پڇيو "بابه
۾ ڪهڙا ڏينهن رهندا ان؟"

"ٻه ڏينهن ساڻين."

"ڪٿي اٿو آهين؟"

"سيٺ واڌومل جي ڪريءَ تي."

"مولڪي اڄ شام جو اوطاق تي ملج. ڪو خيال آيو
آهي. ٻڌايو، ايماندار جوان آهين. تنهنجو ڀالهانڻ ۽
روش ڏسي ڏاڍو ٻرسن ٿيو آهيان. شام جو اچ ته گڏ جي
سو چيندا سين."

ٻيا وڻي ڪوڙو اڪيلي گهر مان اٿيو. خوش
هر جو هڪ ئي گراهڪ ونان سوا ٻارهن روپيا ڪميشن
لڳي هئس ٻه الهيءَ خوشيءَ سان گڏ هو سندس دل ۾
هلڪو ڏک جو ايءُ ڏاڏي جي االي ٻڌڻ سان ٿيو
هوس. ٻه هڪ ٻل ڏک نيس. ڪوڙو جوان هو پر اڌيڙي
اوستا ۾ ڏنو ٻڌو گهڻو هئا نين انهڪري عمر کان وڌيڪ
آيو هوس. دک انسان کي گهاٽي ٻٽائي ڇڏيندو آهي.
شام جو جڏهن سيٺ مڱهومل جي اوطاق تي ٻهتو
تڏهن ڏاڍي ڪيڪو نيس. سيٺ صاحب اڳ ئي سوچي
ويٺو هو. ٻهنجائيءَ سان چيائين "ٻٽ، مون ونئي
انهيءَ آئيندي بابت سوچيو. مان سمجهان ٿو ته
جيڪڏهن تو ڪي ٿورا ٻئسا ٻهنجا هجن ۽ آهن ٻئسن
سان تون ساڳيو ڌندو ڪرين ته گهڻ ٿي ٻراي." ڪوڙو

چيو ”پورهيو مس اي ٿئي. اڃا ۾ پنج سئو قرض ايندو
هوندو." سيٺ چيو ”تو جهڙي سياڻي ۽ سمجهدار
جوان کي قرض ڏيڻ کان ڪو به نه هٻڪندو. اهو سمورو
ايڪو ڳهٽي جو هوندو؟"

”هزار پارهين سوان جو؟" سيٺ مشڪندي چيو.
”جيڪڏهن توکي هڪ هزار روپيا مان اڌارا ڏيان؟"
ڪرڻ ايمانداري سان چيو ”نه اٿ فائدو توهانجو؟"
سيٺ ڪنڌ لوڏي چيو ”۽ جي فائدو نه وٺان ته؟"
ڪرڻ چيو ”شاهه شاهوڪاري واج ڏيندس." سيٺ
چيو ”مکي مولومل جي صدقي ۽ تنهنجي ليکڻ جي
ڪري واج به نه وٺانءِ؟" ڪرڻ چپ ٿي ويو. سوچڻ
لڳو ”سچو به ڪري، توهان؟" چرڪ نڪري واس جڏهن
آواز ڪن تي پيس ”تو لاءِ هزار روپيا ڪئي رکيا اٿم."
ڪرڻ جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو. ڪهڙيل آواز ۾ چيائين
”مان توهانجو ٿورو لاهي ڪين سگهندس؟ مونکي نه
توهان پهريون دفعو ڏٺو آهي. ايڏو اعتبار ڪيئن مونتي؟"
سيٺ چيو ”سچو ماڻهو پري کان پڌرو. مان اٿو چاهيان
نه تو جهڙو هونهار جوان ساري عمر پڪندو رهي.
مکي مولومل به ڪيترا ڪرل گهر چاڙهيا هئا. دان پنج
۾ اڃا به ڪمس ياد ڪندا آهيون. هن پوکيو، تون لڻ."
ڪرڻ چيو ”لاڙڪاڻي وڃي مان پنهنجي سيٺ سان
ڳالهه ڪندس. ڪوڙي ڪٽڻ جي جيڪا سهوليت ڏنائين

سا اچي توهان کي پڙهائيندس. ڪٿس ڇڏڻ کان اڳ
سندس آسيس وٺندس." سيٺ چيو "شاباس ٻچا،
جڏهن چوندا آن تڏهن ٻيا ڏينهن ٻه جي لکي موڪليندا آن
ته ٻه ڏياري موڪليندس." سيٺ سان ڳالهائي ڪرنو
ڪري ته ٻي موٽي آيو. هيرت ۾ حيران! هر هر پئي "شڪر
شڪر" ڪيائين. هرڏانهن سيٺ مڱهرمل دل ئي دل ۾
پئي چيو "ٺورو ٺٺو. هڪ دفعي منهنجي چوڻ تي مڪي
موٽومل هڪ غريب ماستر جي ڌيءَ جي شاديءَ لاءِ
پنج سو روپيا ڏنا هئا. پاڻ اهڙو رڃ مڙس! جيڪڏهن
سندس پرٽي لاءِ مون ڪجهه ڪيو ته ڇا ٿيو؟ اڌارا
پئسا واپس آڻڻ ته به نه وٺندو سانس. سان جي ڳالهه
ڪئن اچي ڪرنو پاڻ ڏياري! شڪر آهي شڪر آهي."
ڪرنو سيٺ اڌارام جي آسيس ۽ سيٺ مڱهرمل جي
مدد سان ڪم شروع ڪيو. ٿورن ڏينهن ۾ ڪري، ڀوءِ سانڍڪل
۽ ٿوءِ لنيڙي ٿڙي. ٿڙيءَ مان ٿيو دوڪان. سڪر ۾
ڪراچيءَ مان ڪوڙو اچڻ لڳو. ٿورن سالن ۾ ڏاڪو مٿائي
چڙهائين. ڪرنو اڄڪالهه سيٺ ڪرنومل ٿي پيو. ڏن
۾ وڌيو ٿيو من ۾ نه. سڀ سان هٿ جوڙ. ڳالهائڻ جو
مٺو ۽ هولي. ٿر ۾ خبر پئجي وئي ته سخي جو سڀني
اکيه جو پورو، سياڻو جو سياڻو، دل جو وڏو ۽ هٿ
جو ڪشادو آهي. ٿوري نڪي وٺو ته اچي لڳي جنڪ.
بس پو ٿجي پيو. خوب ڪمايائين. واهه ڪرنومل ٿهنجا

پاڻ! پيءُ قيمت راهه مڪي مونرمل جي ڪمائي ڪٽ
ڪري ڇڏي، ساري مارڪيٽ لٽائي ڇڏي. پٽ ڪنورمل
پيءُ جو قرض نه ڀاڙي ڀاڙي ڪري موٽائي ڏنو پر پيءُ
ڏاڏي جي نالي ۾ ڪوهه ڪٽائي ڇڏيا.

وقت آيو ورهاڱي جو. هن لڏيو، هن لڏيو نه ڪنورمل
ڪٿي رهي؟ ڪنورمل ٻه لکو. ٻه هزار روپيه وشرڪ
ڏيٺي پيس ۽ ڪٽي ڪرڏي ڪوڏي آيو. اڄڪلهه سان اچي
مولجي جيٺا مارڪيٽ ۾ دڪان ورتائين اڪـ چپ ۾
گراهڪي نـاهي ڇڏيائين. سنڌي ڪهڙو جو وٽس نه
اچي؟ شادي لئي ۽ ڪنورمل جي دڪان تي نه چڙهي
نه ڏاجو ٿي پورو نه ٿئي. پنجن سالن ۾ پنجن دڪانن
جو مالڪ بڻجي پيو. ممبئيءَ جا سنڌ ڪري پڪڙيائين.
چرچ گيٽ اسٽريٽ، فيروزشاهه مهتا روڊ هن طرف نه
مران لائين اسٽيشن ۽ لئمگٽن روڊ هن طرف. سنڌ ان
سان پيا نه چڪجي آيا. اي حد ڪمائين ٻر هٿ ڪوله
ڪيائين. ڪيترن هندن تي گڏيو هو ٻر جتي نه گڏ جي
آتي اهائي لاڙڪاڻي واري ڪيڪر!

ڪاليج جي سنڌي سرڪل جو شـو هـو. ڏوست
سنمڪ ايسراڻيءَ جي دڪان تان لهي سيٺ ڪنورمل
جي دڪان تي اڻورٽ ميدت ونڃ لاه واس. اندر گهڙاس
نه ڏاڍي سڪ سان ڪمڪر ڪري سيٺ ڪنورمل چيو
"اچ وڏا پاڳ، جو پير پاتا اٿو." مون چيو "ڪم سـان

آيو آهيان." جواب ڏنائين "شال روز ڪم ٻاهر هونءَ
نه وقت تي کولي نه ماڻهو. حڪم ڪريو حاڪم!" مون
ماڻس پڇيو، ڪٿي نه ڏٺم ٻڌم، چيائين "اکين سان. پڇڻ
تي دڪان جي ڳڏي اندر وڃي سيٺ وٽ ويٺو ٻه هلو ڏسي،
سيٺ سان ڳڏجا ٿياسون." مون پڇيو "تو هاڻي سيٺ؟" اندر
ڪوٺيءَ ۾ ويٺي هلو. قرلڏڙ ڪرسيءَ تي سيٺ منگهومل
ويٺو هو. سڃاڻايائين. مون ته ڪينس سڃاتو. منهنجي اکين
سان لوڪلبورڊ ۾ گهاٽو ڪالو هوندو هو، سندس ۽ اسانجي پاسي
ووٽ ڪرڻ وارو ماڻهو هو. آئي ايندو. پاڻ ڪجهه چوري
لڏهن ڪان اڳ. مون چيو "خير ڪانه هئي نه هن دڪان
۾ ڀائيوار آهيو." ڪرنومل چيو "مالڪ آهي، ڀائيوار ڇا
جا؟ مان سندس گماشتو آهيان. هڪ نوري نه پڇاڻس.
چڱڪي آهيان سو سندس مهربانيءَ سان." سيٺ منگهومل
چيو "هت ۾ اهڙو احسانمند ۽ وفادار نه آهي. مان ڪرنومل
جا ڪهڙا ڳڻ ڳايان؟" ڪرنومل نيازمنديءَ سان چيو
"ٻالهو آهيان. ڪرم چڱا اٿم جو اهڙي جي سيوا ڪرڻ
جو شرف مليو اٿم." مون چيو "پاڻ ٻنهي ۾ نه ڳالهايو.
اوهان هن جو احسانمند ۽ هو ڪنهنجو آڀاري! آخر آهي
ڇا؟" ڪرنومل چيو "وسوڙي هٿ اسان سان ڪريو نه
سچي ڳالهه ٻڌايانو. عجب جهڙي آکاڻي آهي." سيٺ
منگهومل شامل راءِ ٿيندي چيو "عبرتناڪ افسانو آهي."
عجيب آکاڻي يا عبرتناڪ افسانو مان ڪٿي نه

چڙهي سگهان؟ واهي رهيس. مائي ۽ ڪاڌو ۽ ڳالهه ۽ ٻڌم. ڪرنومل وارو حصو ڪرنومل ٻاڻي ٻڌايو ۽ سيٺ منگهرمل وارو منگهرمل. سيٺ ڪرنومل واري حصي کي ڏهراڻ جي ضرورت ڪانهي، باقي ٻڌو منگهرمل جو بيان.

چيائين "خير الو ته اسين زميندار هئاسين. ٻٽوارو ٿيو ته اسان کي به اڇي ٽڪن جي لڳي. زميون ڇڏي، روڪڙ ۽ سون ڪٺي اچي هندستان ۾ وارد ٿياسين. اسين زميندار ڇا ڄاڻون ڌنڌي واپار مان؟ رقم ٿي رکي ٿي وئي. جڏهن سنڌ ۾ هئاسين تڏهن ڪيترن دوستن ۽ مائٽن پيسا ورتا هئا پر هت ڪو منهن ئي نه ٿو ڏي. ٻُڌي ۾ وڃي اڳ جو ڪاروبار وٺم ته الي ۽ پاڳ ڪونه پيو. سون جا زيور به ڪاٽي وڃاسين. ٻمبئي ۾ هڪ ٻراڙو مٿرهولدهن کي ڏسڻ واس. ٻڌم ته آسودو آهي. ڏٺم ته دڪان مٿس جي ٻاڙن سان ڀريل هوس، فون هئس، ٻاهر موٽر بيٺي هئس، شارڪ اسڪن جو سوٽ پهريو هوس. ڏاڍيءَ آڪڙ سان وڏي وارسانس ۽ ملڪي ڏسي، سندس منهن مٿي ٿي ويو. ڏاڍي رکي لهرائي ۾ مليو. پيسا ته ڪونه ڏنائين پر هڏيون ڏيئي ڪڍيائين. مان مجبور هوس پر هن منهنجي مجبوريءَ کي نه ڏٺو. مان سمجهي ويس ته هو پيسا ڪڍڻ ۽ ڪونه موٽائيندو. اُداس ٿي سندس دڪان تان هيٺ لٿس. جڏهن منهنجي

ٻڌو ۾ هلندو نه هئس اُن منهنجي ڪن نه منهنجو
لالو ٻيو. پنهنجي ڏهاڙي ڏسان ته هڪ دوڪان جي در نه
ڪونومل کي ٻيٺل ڏٺم. اڳڪدم سڃاڻوماس. مان وڃي
آيو ساڻس ته ٻڌائين ٻڌي چيائين ”مالڪ گماشتي جو دوڪان
الين لتاڙي ويندو.“ موٽي الله وٽي آيو. حال احوال
ڏنو سين. مون به لڪ اڪاڻ ڪرڻ ڪيو. پنهنجو حال
ٻڌايو ماس ۽ چيوماس ”مان ساڳيو ڏاڻو ۽ هلنديءَ
وارو سيٺ منگهومل آهيان پر قسمت جو ٺڪرايل
ڪنگال منگهومل. عجب جي حد نه رهي جڏهن ڪونومل
نيازمنديءَ سان چيو ”جنهن کي ڪونوءَ جهڙو نوڪر
آهي سو ڪنگال ڪئن چئبو؟“ ڪنجيون هٿ ۾ ڏيئي
چيائين ”قسمت ملايو آهي ته ته انهيءَ جهڙي شهر ۾
ڪير ڪنهن سان ملي؟ توهان منهنجا پيتا ۽ مان توهان
جو ٻچو. هڪ هزار ڏيئي جيڪڏهن توهين منهنجو آڻيندو
نه هيو ها ته اڄ به ٻڪاڻي هجان ها. اڄ مان ٻونجيءَ
وارو آهيان پر ٻونجي اُتي توهان آهيو.“ انهيءَ ڏينهن
کان وٺي ڇهه مهنا نه ويا ته هن دوڪان جي سنڀال
مون کي ملي آهي. مون ڪونوءَ لاءِ چيا ڪ و جنهن لاءِ
مون سان اڌو پال پلائي؟“ مون چيو ”شاباس انسان
کي نه مائيءَ جو لال لانتي ڏيکاري! اعتبار ته مونکي
به جيڪو ان اچي ته اچا هن ڪونومل جهڙا جيڙا هن جڳ
۾ آهن پر ڏسان ان وٽن، پڙان به وٽو، ڪئن ان اعتبار

ڪريان؟" ڪوڙومل چيو "زندگي هوندي ٻي ٻيءَ جي
پيار کان سگهيس. سائينءَ مهنجي ٻڍي مولڪي مهنجو
ٻانهو مدد لاءِ موڪليو آهي. ۽ اهو جڏهن ٻوڪيو آهي.
جو ٻوڪيندو سو اوس لڻندو." ڪوڙومل جي شرڌا،
ايمانداري ۽ سڪ ڏسي اکين ۾ آنسون اچي ويا. گهر
آيس ۽ اچي ٻيءَ سان ڳالهه ڪيم. ڪنهن لوڌي چيائين
"ايسا ڪنهنجو ڪيو وڃي ٿو ڇا؟" مون چيو "سائين
ڪروڙن ۾ ڪو هڪڙو جو ڪريل سان قرب ڪري،
جنهن کي مايا جي ٻيچ ۾ ڪنهن جو احسان ياد اچي.
قرض وٺڻ وارا گهڻا پر اهڙن وقتن تي موٽائي ڏيڻ
وارا ورلي."

هند ۾ وڃي سمهيس ته هو هو ٻئي سيٺ منگهورمل
۽ سيٺ ڪوڙومل جا چهرا اکين آڏو ڦريا ۽ هڪ درويش
جا اکر هردي ۾ هريا:-

جيڪي ٻوکين سو لڻين ياد ڪر ڀائي
نيڪيءَ سان نيڪي ملي بديءَ سان برائي
چڱائيءَ جو ٻوڪه ٻج ته ٿيئي عمر سڄائي
ڪنهنجي ڪمائي ورتي وڃي ڪانهه ڪا.

# اڇي منهن کان ٻهراندر جي اڇائي

هشو، حسن ڪڏهن حشمت سان ڪري ڪوٺيندا
هئس. هو ڳوٺاڻو هو. ٻاڙي جو "دادا". حسن جو وڏو
ڏاڍو هوندو هو. هو آواري ميدان جو مالڪ هوندو
هو. عام ماڻهو ته ڇا پر پوليس به کانئس ڪؤ کائيندي
هئي. جوئا ڪرڻ سرڪاري جرم آهي ۽ پر هيءُ وقت پاڻ
لي پنهنجي ٻاڙي وٽي وڏو چڪو ڦيرائيندو هو ته
ڪيس ڪو اڪر ٻه ته چوندو هو. ڳهڻو ڪري، سندس
سرپرستيءَ هيٺ، جوئا پيا کيڏا هئا ۽ هيءُ رکپاليءَ لاءِ
پنهنجو ناڻو اُگاڙيندو هو. پر سرڪار جو، حڪم حسن
جو! اڀراليءَ جي رستارلت هجي يا هندوءَ جي واسي،
ڳهڙي ويندو اندر ته پينگ مٿيجو سان ڪهڪر ڪري
چوندس "حسن سيٺ، ڪهڙي خبر آهي؟" چانهه جو
ڪوپ ۽ ڪٽهي چاپ سگريٽ هڪيو حاضر هوندو
هو. پڪ لڳندو پس ۽ مالي ڪائيندو ته ڪنهن کي مجال
نه آهي ته پنسو ڳهرپس. ڳهرڻ جي ضرورت به ڪانه
هوندي هئي. ڳميڻ هوندس ته مٿيجو کي نه خرچي
ڏيئي ويندو، پر جي ڦالڪ هوندو ته پنهنجو حق
سمجهي ڪانو ڪاڻي آلي ويندو. جئن سڄو ڏيڻ سندس
سيٺ وڏي هوندي هئي. شڪل جو ڪارو، بدن جو

سمجهڻو ڦند جو ٻورو ٻيو. خبر نه، هجي نه، کيس هڪ
چماٽ جو خرچ سمجهي، ٻر جن کـي سندس ڦڙالي،
الڳڙان ۽ مٽي جي ٺڪر جـي خبر هئي سي کاڻس
ڪمارو ڪندا هئا، ڪڙ کـائيندا هئا| رعب هوس،
لڏهنڪري وڙهڻ جي ضرورت ڪاڻ ٻولدي هئس. ٻر
جيڪڏهن ڪو هورياڻي ڏيکاري ساڻس هٿ اٽڪائيندو
هو نه هڪدم داداگيري لاهي ڇڏيندو هوس. ترارون ٻي
چار، ٺڪ ٺي کوشائي ٻ، ٻيڻائيءَ لـي ٺڪر ٺيي ٺي،
ٻيت ٺي لٺون ٻي ٻيج! اڳاڻي جو ســاه ٻي مڇهالي
ڇڏيندو هو. رلوچاڻ ڏسي ٺهڪ ڏيئي ڪلندو هـو.
ڪرڻ ورودتيءَ کي آٿاريندو ٻ ٻاڻ هو. الوکي ٻچڪار
ڏيئي چوندو هوس "ماڻه کان موڪلائي آيو هئين ڇا؟
هشن جي حڪومت ۾ لاٺ ٻ دخل ٻ ڏئي، ٺون ڪٿن
مرعت کي سڏڻ آئين؟ ٻهر ٻون دفعو اليئي، معاف ڪيوٻانءِ.
وري ٻور آزمـائي ڪيءَ تـه هڏٻون ٻهي سيمڻت
ڪري مڪان ٺاهڻ جي ڪم آڻي ڇڏيندوسانءِ. هن ٺٿي
۾ وري ٻير رکيو اليئي نه گهمڻ ٻاري ڪري ڇڏيندوسانءِ"
ڳالهائيندو ٻ ويندو هو نه ٻڌيءَ ٺي ڏڪ ٻ هٽندو هلندو
هو ۽ ڳاران جو ٻ ڏوڙ ٻر وسائيندو ويندو هـو. جنهن
وقت ٻ ڪنهن سان لڙي ٺهن وقت ٻوليس وارو عدم
ٻيدا، لڙائي ختم ٺئي ۽ حشن هليو وڃي نه سپاهي اوچتو
ٻرگهٽ ٺي "چاهي چا ٺيو، چا ٺيو؟" جي ڌم لڳـائي

ڏيندو. پوليس وارو لڪ پچائون ڪري پر حسن جي
برخلاف شاهدي ڏيڻ جو سٽ ڪير ساوي؟ پاڙي وارا
ٻڇندا هئا. الدر جو الدر ٻا چاهيندا هئا ته ڪا جهڙ ٽيپ
مليس ته پاڙي مان هل هنگامو بند ٿئي، پر مجال هئي
ڪنهن ڪي جو مٿس دانهن ڏئي! مان ڳڻون هيوس،
مولڪي خبر ڪانه هئي ته آرنلڊي ميدان تي واچ حسن
جو آهي. مون ته ڪيس ڏٺو به ڪونه هو. اوڙس روڊ تان
وڏي آرنلڊي ميدان جي پاران روڊ تي ڏسان ته ماڻهن
جو انبوه بيٺو آهي، چوڌاري ڪول ڪري وٺا ماڻهو
تماشو ڏسن! وچ ۾ ٻه ڄڻا پاڻ ۾ جهيڙا بيٺا آهن. هڪ
چڱو مٺارو مڙس ٻيو سنهو سيڪڙو ڇوڪرات! ڪنهن
به دخل ڪونه ٿي ڏنو. مان جو اچي بيٺس ته ڪنهن
سري جام ڏيندي چيو "پروفيسر صاحب، ڏسو ناڳ اوڙ
جي لڙائي!" مون حيرانيءَ مان پڇيو "هن ڪي ڇڏائڻ
وارو ڪوبه ڪونهي؟ هيءَ سان جهڙو بدمعاش ته هن
ڇوڪر کي ڇيهون ڇيهون ڪري ڇڏيندو." اچا مان
وڌيڪ ڪجهه چوان ان کان اڳ ڏڪاءَ ٿيو. ميهين جهڙو
مڙس اچي زمين تي ڪريو. ڪريو ته پيو رهيو. ناسن
مان رت پئي وهيس؛ سن ۾ سهيو پيو هو. عجب مان
چيم "هيءَ ڪانيءَ جهڙو ڇوڪرو بدب جهڙي مڙس کي
دسي ويو!" ڇوڪر رڙ ڪري چيو "مڪاپلو ڪر مڙس
جا پٽ!" ٽڪ اڇلائيندي چيائين "حسن سان تو هٿ

انڪائين؟" تنهن تي ٻئي چيائين "سونو، ڪرسو ڪٽڻ
ٻيو آهي! آئي ٿي وڙ ڪري چيائين "ڪمو! ٻاٽليءَ جو
گلاس ڪٽي اچ." ريسٽارنٽ جو ڇوڪر ٻه گلاس ڪٽي
ڊوڙندو آيو. جنهن ٻاٽليءَ جون ٻوتون ٻري ڪرڻ ماڻهوءَ
جي مڇن تي زور سان هٽڻ لڳو ۽ ڇوڙ لڳو "ٻهوُ، هوش
۾ آءِ، مٿان دل ۾ حسرت رهجي ويئي هجيئي!" جنهن
جي حڪمت تي عبرت ڪاڌم ٻه وڏو عجب لڳم هيڏن
تماشبينن تي جن وچ ٻئي ڪين ڇڏيو ڪولو. روم ۾ وڏا
ليٽيو هوندا هئا جن ۾ انسان ۽ شيهن جو مقابلو ٿيندو
هو ٻيا ٿيندي ۽ زبردست ٻيل جي وچ ويڙهه ٿيندي
هئي ته ماڻهو مزي ڏسڻ لاءِ ٻيسا ڏئي اچي ٻهچندا
هئا. اهڙي راند راجائن جي راند ڪري ليکبي هئي.
الهاس ۾ اهڙيون ڳالهيون ٻڌهي الڊر ۾ سموسات ٻيا
اُڀرندا آهن ۽ ڪيترن وقتن تي اعتبار نه ايندو آهي،
ٻر هيءَ اڙاتي ڏسي مان دنگ رهجي ويس. سوچڻ
لڳس "هن سڌريل زماني ۾ ٻه جهڳڙي جيو، وچ ۾ ستي
۾ ٻيا وڙهن ۽ ٻيا ماڻهو ايتنا تماشو ڏسن!" مان اڃا
وڌڻ لڳس ته مهمجي ٻاڙ اسريءَ مدنداس چيو "ايڏانهن
ڪيڏانهن ديوان؟ رستو ٻاجهي ٻيا آهيو ڇا؟" مون چيو
"هڻن کي جهاڻ وارو ڪونهي ڇا؟ هڪ ماڻهو ٻيو ڪسجي
۽ هيترا ماڻهو اس ڪري ايتنا هڪ لفنگي جي لفنگائي
ڏسن." مدن چيو "ديوان توهان گهر وڃو، هن ڪنڙاڳه ۾

هڻيس. ڪاوڙ اٿي چيائينس "مهنجي پٽ مان ته لٿو
وڃين حرامزادا!" اک چنبي ۾ ٻه ڏولـڻا هڪ ٻئي ۾
ڳنڍجي ويا. حشر اچايءَ واڪر ڦڙيءَ هو، طوفان واڪر
لير. لڪر لي لي! اهو گوندو ليڙ ڪاڻي وڃي ٻـري ٻهو.
حشر الـڻ اي لڪر هٽندو هو ۽ الهيءَ لڪر ۾ ماهـــر
هو. رهڻ ڏسي وڏي ۾ وڏا واڙهو هڻياءَ هاري وهندا
هئا. پنهنجي وروڏيءَ کي ڪرندو ڏسي هـڻ دفعي
حشر لهڪ ڪرڻ ڏنا. تمام غصي مان چيائين "چوري
معاف، ٻاڪي ۾ پائيواري، لت ۾ حصو، ٻـاقي هڪ
عاجزا لي حملو ناجائز!" ڪرڻ گوندي کي ٽڪ هٽندي
چيائين "تون الهئي شيطان جـي اولاد! ڪراچيءَ ۾ ٽون
آيو آهين؟ خبر ڪانه الهئي ته ڪراچي حصن ۾ وراهيل
آهي ۽ مهنجي لتي ۾ مهنجي موڪل ڏاران ڪو ٻه ٽٻر
اچي سگهي؟ خبر ڪانه الهئي ته هي ٻاڙو مهنجو آيو،
امڙ آهي؟ مهنجي گهر ۾ مهنجي ڏيءُ پيڻ لـي ڪو
وحشي اچي حملو ڪري؟ لخ لعنت الهئي جانور جـــا
پچا." لس هٽي چيائينس "اَتڻ، لڪري وچ مهنجي
ٻاڙي مان نه ته جان کان نه ماري وجهانءِ." هٿ سان
مڇڻ اکهڻ لڳو نه ڪجهه آلو لڳس. هٿ ڏسي نه رهڻ
سان پرلو ٻهو آهي. وڙهندي خبر لي ڪانه ٻهٽي هئس
نه ٻئي گرانڊي جـــي هٿ ۾ جهاپل هڪ لنڊڙي اوزار
جي چنهنب لڳي وئي هئس، جنهن ٻهشاني ۾ چير ڪري

وڏو هوس. خلق اچي مڙي هئي. ڇوڪريءَ جو پيءُ
۽ اچي پهتو. پٺيءَ ڏينهن هيمنداس پاڻ مون سان
سراسري ڳالهه ڪئي. اس حسن جي ساراهه جا ٻيڪ پئي
پڙهائين. چي "ادا، گونڊو آهي، پر اشراف گونڊو آهي."
مون چيو "اشراف ۽ گونڊو؟" چيائين "انهيءَ عيب الس
پر ٻاڙي جو رکپال آهي. وس وارندي ڪنهن کي
آزار ڪندو ڪونه، پر هن هوندي ڪنهن کي به مجال نه
آهي جو ڏال ذات ڏي ميري اک سان نهاري سگهي.
اڳي به اهڙا اهڙا ڪيترا واقعا ٿيا آهن پر واهه ته
ڪمال ڪري ڇڏيائين. گهر ٿائين پهچائي آيو. پٺيان
ڪيڏي ڏاڍا ماڻس ته چيائين "ٻاڙي، پٺيان ڏٺا الم. حسن
جي حشمت پٺيان سان ڪريندي نه سگهي آهي، حسن
جي نيڪي اڳوري ٿي ۽ وڪامندي آهي." مون
سندس ٿورا مڃيا ته چيائين "منهنجو فرض هو ڪيم.
مان ڇا به هجان پر ٻاڙي جي عزت ۽ عصمت مٿان
منهنجي جان به قربان آهي، مهرباني ڇا جي ٿا مڃيو؟
ڪو اچي اسانجي ننگن تي حملو ڪري ۽ مان ڏسي
چشم پوشي ڪري وڃان ته حيف آهي منهنجي ڄمڻ تي.
جيسين مان جيئرو آهيان تيسين ڪو هن ٻاڙي ۾ اچي
اسانجي پهچ ڏانهن اڙي اک کڻي نهاري ته اکيون
ڪڍي ڇڏيانس."
حسن الهيءَ واسطي گرفتار ٿي ويو. هن پٺي گولبي

کي کو لوندڙيءَ جو ڏک لڳي ويو هو سو هوش ۾ ئي نه ٿي آيو. مري وڃي ؟ ٻيو سوال جواب ٿئي ؟ مونجهارو پيدا ٿئي ٺهڪري پوليس انسپيڪٽر سرجوشي ڪري ٻانهن وٺي گرفتار ڪيس. حشو گرفتاريءَ وقت ڪابه اڙٻنگائي نه ڏيکاري. خوشيءَ سان چيائين ”وٺي هل انسپيڪٽر صاحب، مان تيار آهيان. مون ڪو گناهه ڪونه ڪيو آهي. مون نه ٻاڙي جو لڱ رکيو آهي.“ اهي ئي ساڳيا اکر هن جيلخاني ۾ سنڌ جي هوم ممبر ٽالپر کي چيا جڏهن هو جيل ڏسڻ ويو. هوم صاحب گهمندي جڏهن حشو جي اڏو آيو تڏهن حشو کيس سلام ڪري چيو ”راڄ قائم هجيئي. ڪي قاعدا ڦيراءِ.“ هوم صاحب عجب کائڻ دلچسپيءَ سان پڇيو ”قاعدا ڦيرايان؟“ حشو چيو ”هائو، حاڪم! جيل ۾ ڏوهين کي موڪلڻ گهرجي ۽ ان ليکن ڪسي.“ وزير پڇيو ”ليڪ جيل ۾ ايندو ڪٿان؟“ ادب سان پڇيائين ”انگريز جي راڄ ۾ ليڪ جيلن ۾ ڪونه پيا هوندا هئا؟ اوهانجي راڄ ۾ آءٌ نيڪ ناحق قيد ۾ ڪونه پيو آهيان؟“ وزير پڇيو ”تو ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي؟“ جواب ڏنائين ”پنهنجي ٻاڙي جي نينگريءَ جي عزت بچايم، پنهنجي پٽ جو پورو ڪيم، پنهنجي ڌيءَ جي عصمت تي حملي ڪندڙ حيوان کي زندگيءَ جو سبق سيکاريم.“ جيل جي سپرنٽينڊنٽ چيو ”حضور، هي مشهور گونڊو حشو آهي، جنهن آرٽلري

ميدان تي اڌم مچايو آهي.“ تمام نمرتا سان حشن چيو
”پر حضور ٻڌون ته سڀئي موالي ڪهڙي ڏوهه ۾ گرفتار
ڪيو اٿن؟ مان گونگو ٻوڙو آهيان، پر گونگي کي حق
نه آهي ته پنهنجي پيءُ جي عزت بچائي؟ مونکي شاهد
آهن. حضور! ڪيس ٻڌندو ڪونه. مان قسم کڻي ٿو
چوان ته مونکي ناحق ٻڌو اٿن. هڪ بدمعاش هڪ
نينگريءَ سان هٿ چراند ڪئي؛ مون سندس مستي
لاهي ڇڏي؛ انهيءَ لاءِ مونکي انعام ملڻ کپي يا سزا؟“
وزير چيو ”قاعدو هٿ ۾ ڇو کنيئه؟ پهرين پوليس کي
اطلاع ڇو نه ڪيئه؟“ کلي چيائين ”قبلا انهن وقتن تي
پوليس وارا رفوچڪر ٿي ويندا آهن. مان جڏهن پوليس
چانڪيءَ تي پهچي فرياد ڪريان ها تيسين ڇوڪري تي
ڪهڙي وڃي ها سائين!“ وزير چيو ”چڱو، چڱو، داد
ڏيندو.“ پر اندر جو اندر ۾ گونگي سان همت تي
ويو. دل ۾ هنجي همدردي حشن سان ٿي وڌي هئي.
مير صاحب منهنجو هم ڪلاسي هو. مان ٻيو ورس
ايندو ويندو هوس. خبر هئس ته مان ڪاليج جي واچهو
آرٽلري ميدان ۾ رهندو آهيان. مان جڏهن ساڻس وري گڏيس
تڏهن مونسان حشن جي ڳالهه ڪيائين. مون ٺهه ٺهه چيو
”آهي گونگو، پاڙي جو دادا، پر جهڙي ٿوڪي جيل ۾
چيائين سو صحيح آهي.“ پٽ پٽ ڪري مير صاحب
فقط چيو ”تڏهن ته واقعي ٿي انعام جي لائق آهي.“

جڏهن ڇوڪريءَ جي رڪيا ڪئي هٿائين تنهنجي
شاديءَ ڏينهن مون کيس شادي ٻٽڪاءِ ڏنو. ٻه ڳلن
جا هار اڇي گهوڙي ۽ ڪنوار کي وڌائين. اکيون ٻوري
دعا ڪندي چيائين "خير سدائين خيرا شال سدائين
سکي هجو." اکيون کولي چيائين "ٻڌڻ! مان غريب
آهيان، جيل مان نيون ڏينهن ڇٽو آهيان، جيب خالي
آهي ۽ ٻ سڪ جي ساڙهي مٿان وجهان ها." هڪ
ڏکهوري چيائين "وٽ، هيءَ ڇٽن ڇٽن جي پاس، دولها
دلهن جي پاس آهي." نينگريءَ جي اکين ۾ ٻ پاڻي
اچي ويو، ٻر پلڪون مٿهڇون ۽ پاسي ويئون. مون
ڏالهن نهاري چيائين "صاحب، تنهنجو سلام سپاڻي ڪري
ايندس. تو مولتي ٽورو ڪيو آهي ديوان، ڪڏهن ۽
ٻ پلندس." مان ڪجهه چوان تنهن کان اڳ شرڌا سان
چيائين "تنهنجي ڪري مان آزاد آهيان، تنهنجي ڪري
مان زندگيءَ جو نئون دور شروع ڪندس. مولڪي
کيس ۾ ڇڏي ڏنائون. وزير صاحب سفارش ڪئي،
تنهنجي خاطريءَ ٽي ڇٽي ۽ واپس ٻر ٽيون ڏينهن ۾
پوليس وارو ٽي ايندس. وزير صاحب مولڪي پاڻ وٽ
پنهنجي بنگلي تي گهرائي مولڪي هدايت ۽ ڪئي ۽
انعام ۾ ڏنو." مون پڇيو "ڪهڙو انعام؟" هن چيو
"اهو ئي، گولي مان پوليس وارو ٽيڻ جو!" وزير
صاحب چيو "تو ۾ خواهش آهن، اهي چڱيءَ ريت

استعمال ڪر. دادا ٻي جيڪڏهن پنهنجي ٻاڙي جي
رکپالي ڪري سگهين ٿو ته پوليس وارو ٻين جي پنهنجي
زندگي ۾ سڌار ۽ پنهنجي پروس جي حفاظت ۾ ڪر."
مون پڇيو "عادت جو ٻڌجي وڃي اٿئي." اڄ ۾ روڪي
چيائين "لائيسنس ليندس، روزگار وارو ليندس ته
مولڪي ڪهڙي ٻئي آهي الامار جي؟" ڪلي چيومانس
"چانهه جو ڪوپ ۽ ڪنهنجي چاپ سگريٽ؟" ٻاڙ ۾ ڏئي
چيائين "پوليس وارا وري ڪهڙ چور آهن ڇا؟ چانهه
جو ڪوپ سگريٽ ته سندن موروثي حق آهي." ٻڌين
جي روشنائي ۾ هن ڪاري سوچڪري حشن جو مڌهن
ڪاري الماڪي والڪو ٻئي چمڪيو. ظاهر ظهور سندس
پيشاني تي نشان هو. مون پڇيو "ڦٽ مڙي ويو؟"
چيائين "مڙيو وڃي، ڌڪي ڪوا وڃي، ٻر پل هجي. اهوئي
ته مهنجو لغو آهي، مبدل آهي، السائيس جو نور آهي."

اسان جڏهن پاڪستان ڇڏيو ٿڏهن حشن پوليس وارو
هو. خبردار، ايماندار ۽ فرمانبردار! نوڪريءَ لاءِ ٻڪو
ٻاڙي جو رکيڪ! دادا هو ته رعب هئس، پر پوليس
وارو ٿيو ته ٻاڙ وڌيس. هاڻي ته هيڪاري ٻارن جي
ٻار ڄڻي ۽ ايمانداريءَ جي اوت هئس! اهڙي ۾ ٻ
گونڊا آهن. ٻاڙي ٻاڙي ۾ دادا! جڏهن ۾ ڪڏهن دادا
کي ڏسان ٿڏهن ياد اچيم حشن! حشن ڪارو، سڄو
پيشانيءَ تي نشان وارو. حشن جا اکر هر وقت ياد ايندا

آهن ”مڙئي وڏو، ٻڌي نہ وڏو. اهو ڳالهہ تہ منهنجو اڳو
آهي، مبدل آهي، انسانيت جو نور آهي.“ هن جا اهي
اکر ۽ ٻڌي ابتدا آهن هڪ درويش جا اکر ”ايڪ ۾ ايڪ
جوڙ ۾ ڪا ڪمزوري هوندي، ٻئي ۾ ٻئي جوڙ ۾ ڪا
خوبي.“ اوائر پوءِ اسين ڪنهن ڪنهن جي لاءِ رايو
جوڙيون، اسين ڪنهن ڪنهن جي اعمال جي فتويٰ ڏيون؟
سچ آهي تہ

ٻـــري ۾ ٻـــري جيئو ۾ ڪا چڱائـــي
چـــڱي ۾ چڱـي جيئو ۾ ڪا ٻـــرائي!
ڏسي رنگ ۽ روپ ڀلجي نہ وڃ ڪون
اڇي منهن کان بهتر اندر جي اڇائي!

# نالي الکم جي پيڙو ٿار منھنجو

ديوان واڌا ڪرشن مختيارڪار هو. جن ڏينهن جو
ذڪر آهي تن ڏينهن ۾ مختيارڪار جو وڏو مان هوندو
هو. اهو سنڌ فرنٽيئر يعني جيڪب آباد ضلع ۾ ته الائجي
ڇا ڪري ليکبو هو. ديوان واڌا ڪرشن وچ مڙس هو.
تمام فضيلت وارو، پرجستو، پارواس ۽ هوشيار! پهرين
ڪنڊ ڪرڻ ۾ نوء جيڪب آباد ۾ آيو. پوءِ وچ مثالٽس
پهار پيا ويندا هئا. ملڪ هو پروچن جو. پروچ جن سان
تهن تن کي آڏي چڙهن. پڙدي، جمالي، ڪوسا، گولا سڀ
ديوان واڌا ڪرشن جي عزت ڪندا هئا. ديوان رشوتخور
ڪونه هو پر جيڪب آباد ضلع ۾ رشوت وٺڻ جي ضرورت
ئي ڪانه پوندي هئي. پارن کي ڪرچيون، هولي، ڏياريءَ
تي ڏاليون، شاديءَ تي سوکڙيون، فصل فصل تي اَن
جون گاڏيون، مطلب ته پهاڙي ڪٻهاڙي عملدار جو گهر
ڀريو پيو هو. نواب جي گهر ڪو ڪارج ٿئي ته به ٿاڪ
سوغاتون ڏئي، ٻر جي عملدار جي گهر ڪو خوشيءَ جو
موقعو اچي ته به هو وهي. نواب ۽ وڏيرا انهيءَ ۾ ئي
خوش ته صاحب جو راز آهي جو سوغاتون قبول ڪري
ٿو. سمت سال ديوان جيڪب آباد ضلع ۾ رهيو، اصل پرچي
پيو. هندوروال پلنگ، ڪپڙ، سونا سيٽ، آرام ڪرسيون،
وکيون، رضايون، فراسيون، گلم، غاليچا وپندي گاڏي ۽

گاڏيءَ جو ڪميڻ گهوڙو! ديوان کي ڇا ڇا نه مليو!
پر ديوان جي هر هنڌ هاڪ هئي ته رشوتخور نه آهي.

ديوان کي پنج پٽ هئا. ٽي ٻهراڻين گهر مان ۽ ٻه
ٻئي گهر مان. هڪ انجنيري پاس ڪري ايس.ڊي.او
هو. ٻيو وڪيل ۽ ٽيون وپاري جو ملازم، باقي ٻه سڪول
۾ پڙهندا هئا. پر اهو سمجهن وانگر پليا هئا. ڇا ته سندن
پرگهور ٿيندي هئي! سڪول ۾ ماستر به، سندن لحاظ
ڪندا هئا. پڙهن پيا نه پڙهن، پاس ٿيندا ٿي هئا گهڻي
پيار ڪري پڙيا پر سڀ ۽ ابيروڇ ٿي پيا.

ديوان هڪ رات دير سان گهر آيو جو ڪمشنر جي
منزل سندس اعلائقي ۾ هئي. ڪمشنر جي منزل تي
مختيارڪار پاڻ ماري ڪوهه ڪري چڙهيا هئا. هن
ديوان به ڪين گهٽايو. پٽلر يا صاحب جو ناڪ جهڪي
گهڙي سو هڪيو حاضر. سياري جا ڏينهن هئا. اپر سنڌ
جا پارا مشهور هوندا هئا. ديوان گرم ڪوٽن ۾ هو پر
ڇوڪت اچي ويس. ڊاڪٽرن نمونيا ٺهرائي. انهن ڏينهن
۾ نمونيا ۽ مدي جو تپ تمام خطرناڪ بيمارين ليکيون
هيون. ڊاڪٽر آيا. سول سرجن ڪوششون ڪيون پر
ڏينهون ڏينهن حالت وئي بگڙندي حيلا هليا پر جڏهن
ڏينهن پورا ٿين تڏهن ڦڪيون ڪهڙو فرق ڪن؟ ديوان
راه رباني وٺي رمندو رهيو. جيڪب آباد ۾ شوڪ جي
لهر ڇانئجي وئي.

ديوان جو ڪٽنب جيڪب آباد ڇڏي آيو. الي ڏهي
ٻہ ڇا ڪن؟ نواب ۽ وڏيرا جيڪي روز سلامي ايندا
ٻڌندا هئا سي ٻہ ٽڪا ٿي ويا. هو مختيارڪار جا مطيع
هئا، سو جيڪو ٻيو مختيارڪار آيو تنهن ڏانهن رجوع
ٿي ويا. هونءَ ٻہ چوندا آهن تہ قاضيءَ جي ڪتي مري
تہ سڄو ماڻهو اعزاپرسيءَ لاءِ اچن، پر قاضي پاڻ مري تہ
ڪوبہ ڪون اچي. واہ دنيا جا رنگ! اڪڙ ٻڪڙ
ديوان جو دوست آيو ۽ اچي حال پرسي ڪيائين. اہ تہ
هرڪو اٿڻ آفيسر جي خدمت ۾ لڳي ويو.

ٻارهن مهينا سکر ۾ گذاريائون، پوءِ نوڪران وارا ٻہ
ماءُ ۽ ٻارن کي وٺي اچي، ڪراچيءَ ۾ رهيا. ڪراچيءَ
۾ جاءِ نہ مليون. ڪجهہ وقت گڏ رهيا پر پوءِ ٿي گهر
ٿي پيا. انهيءَ پنهنجي ٻارن سان، وڪيل پنهنجن سان
رهلوي وارو سکر ۾ ٿي رهيو. چوڏون لاءِ پاڻ الڳ
وڪيل ليونڊرام سان ۽ ماءُ نانيءَ ٻہ رڳن سان. ماءُ
لاءِ وڏن ٻچن مان ڪنهن سان رهڻ مشڪل هو. ديوان
جي ٻي زال هئي تنهن ڪري مره رڳو پنهنجن ٻارن
سان هوندو هوس ۽ ٻارن کي شروع کان ٿي ڏاڍو
سمجهندي هئي. جيتوڻيڪ هن حالت ۾ ماءُ نئين زال
کي مڏي کان ٿي ٻڙو نہ ڏنو هو، تہ بہ ذري ذري ٿي
ڪرڪر ۽ اچائي سڄائي چغلين ٻارن کي خفي ڪري
ڇڏيو هو. شڪر آهي جو ٿي وڏا ٻہ گوبند ليونڊ

۽ سندر ٻڙهڻ جي سانگي ماءُ کان ٻري رهيا هئا ۽
وچي پنهنجي لاڏليءَ ليکا هئا ۽ ٻ ٿيءَ مائــي چڱو
ننگ ڪرڻ ها. مرد ڪهڙو ٻ آدارچس هجي ٻر جي
ٻال جي ڪاڪل هجس ۽ نيمت ۾ ڪڪ ٿي پنو پاڻ
سان وڇندو. ديان جي مرڻ ڪانپوءِ مائــي لوڪ لڇا
کان وچي ٻاٻن وٽ رهي ٻر جان ٿي هڪر چڱو ٽان وچي
الڳ رهي. ماليءَ وٽ پيسو هو.

نيولد مهنجي ٻاڙي ۾ رهندو هو. مرياڊا وارو ماڻس
هولدو هو. وڪالت ڪندو هو ۽ گهڻو لٽو انڪم ٽيڪس
جو ڪم ڪندو هو. مرضي هئس ته انڊر مئٽرڪ پاس
ڪري ته انڪم ٽيڪس وڪيل ٿئي پانس. ٽن ڏينهن ۾
انڪم ٽيڪس وڪيل کي هرونءِ ڪاليج جــي تعليم
جي ضرورت ڪانه هئي. انڊر نيولدرام جو سڳو پاءُ نه
هو ته به نيولدرام کيس گهڻو چاهيندو هو. انڊر به ماءُ
کان وڌيڪ نيولدرام کي پائيندو هو. جڏهن ماءُ وچي
جدا رهي ته به هو پاءُ وٽ رهيو. اتي لهڻو، اتي ڪم
سکيو ۽ شادي ڪيائين.

ورهاڱي کانپوءِ هرڪو هندستان ۾ آيو. هيءُ پنج ڀائي
پاڻ امبئي ۾ آيا. پنج ئي پاڻ جدا جدا جڳهين ۾ اچي
رهيا. انڊر کي هڪ وڏي فرم ۾ نوڪري ملي ۽ ان
سان گڏ رهڻ لاءِ جاءِ. وڪيل وٽ پيسو هــو سو ٻڪڙي
ڏيئي مڪان ورتائين. ٻاٻري وارو ڪرلا ۾ سرڪاري

ڪوارٽر ۾. ماڻ وڃي ٻه ٽن سالن ٻنهنجي ٻچڪي
ٻهر مان هڪ سوٽ جي گهر ۾، هڪ ڪوٺيءَ ۾ رهي.
ٻاقي رهيو اندر سو مڇهي ٻيو. وڪيل ٻاڻ سان ڪم
۾ ته لڳي ويو ٻر رهيو ٻيو هو گوريگالو ۾ هڪ گندي
ڪوٺيءَ ۾. انجنيئر ٻاڻ کي وڏو ٻنگلو هو ٻر هن
ڪنهن کي ٻ ٻاڻ وٽ رهڻ جي آڇ ڪانه ڪئي.
وڪيل جا ٻه ساماٽا هئا، هڪ ٻ ٻرڪيل ٻ هوس، سو
ٻنگلو ٻنهنجي لاءِ مس ٻورو هون ٻاقي ٻين ان ٻاڻ، وٽ
ٻ ٻهڻ جي ٻ جاءِ ڪانه هئي. اندر ٻولهي ٻولهي وچي
سمان ڪالونيءَ ۾ جاءِ هٿ ڪئي ٻر جاءِ جي ٻڳڙي هئي
چانيتا ٻيهه سو رٻيا. اندر وٽ ڪل هئا سورهن سو. مڇهي
ٻيو ته ٽي هزار ڪٽان اڇن! سوچي سوچي لنگهي ويو
انجنيئر ٻاڻ وٽ. ٻاڻ، ٻاڻ جو آدر ته ڪيو، چانهه ٻاڻي
لاءِ ٻڇيائينس، ڪنهن ڪڏهن اچڻ لاءِ چيائينس، ٻار
لاءِ ٻيار ڏنائينس ٻاقي خاص حال ڪونه ورتائينس جو
ٻڪ هئس ته غريب ٻاڻ آهي ۽ جيڪڏهن گهڻي همدردي
ڪندو ساڻس ته ڪجهه گهري وٺندو. ٻاڻ، ٻاڻ جي مدد
ڪري ته چاهي؟ ٻر ڪو ٻنهن ٻڪو هو، اصل ڪنجوس!
اولاد ٻ فقط هڪ ٻار هوس جو سڪي چاڙو هوس
ٻر الهيءَ ٻت ڪان ٻ وڏ ٻڪ ٻران ٻئسي ۾ هوس. ٻاڻي
ٻ ڪونه خرچيندو هو، مهڻ جي چوس ٻنجي وڃي
هئس. ٻاڻ ٻراٻر ٻاڻ ڪان ڪونه ٻڇيائين ٻر ٻاڻ حال سڻايو.

ٽي هزار! گوبند جو منهن لهي ويو. ٻيو الائجي ڪهڙو
سياڻو ڏينهن هو جو دل تي پٿر رکي ٻاءُ جي سهائتا
ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. ٻئا واچ لڳي رکيل هئس سو
ٽهراڻ وياج جي ڳالهه ڪيائينس، ٻوءِ قسطن جي ٻڪ
ورتائين ۽ ليمٽ الڪائي ورتائينس. اندر ڪي ڏک ٿيو ٻر
لاچار هو. آهه! سهي ته ٽي هزار قرض ورتائين. قرض!
ٻاءُ ٻاءُ کان قرض ورتو. ساڳئي ٻيءُ جا ٻت! هڪ قرضي
ٻيو قرض ڏيندڙ! سڪ، اندر جاءِ ورتي.

گوبند ٻئا ته ڏڍا ٻر ڪيس ڳالهه وڻي ڪا. سوچڻ
لڳو "ڏاڍ مٺو، موندا سڙ سڙ اي! موٽائي نه ڏي؟ ڪيس
ڪندو سالس؟" ٻيتاڻڻ لڳو. هڪ ٻن ماڻٽن سان ڳالهه
ڪيائين جن وچي اندر سان ڳالهه ڪئي، ٻر اندر لاءِ صبر
کان سواءِ ڪهڙو چارو هو؟ ايشور شال ڪنهن انسان جي
اڳيان هٿ نه ٽڪائي، هلندي هلائي، شال ڪنهن جو
محتاج نه ڪري. ڏي ته پنهنجي خزاني مان ڏي، ڏي
اهو جو ڏيئي ٻهاري نه. ٻيو سيڪو ٻهاري فقط سائين
ڏيئي نه وڃائي. درويش ٿو چوي:-

ماهيو تري ماهيو مٺن ٻڪ موڊي الڏا
جهڙا سڀ دي سار لهيندا
اڳلا ليکا ڪدي نه منگدا
زمه نئين آڌار ڪريندا
جهل ٽڪر وچ ڪيڙي ٻاهس

ڏاڍا ڪون ٿي روڙي رسيندا
ڇورا گنهگاران تو ڪون ابهي
قدرت ٽال ڪڍيندا
جڳ جڳ جيئي ممرا موڙي گوالا
جهڙا ميٺا ڪدي نه ڏيندا

مالڪ سو مهڙو اتو ڏاڍي ٻاقي ٻيا موٽائي ڏين مڇهن ۽ اندر مهيني مهيني با قاعدي سو روپئي جي قسط پهچائيندو هو ۽ ڪل ٻارهن سؤ روپيه واپس ڏيئي چڪو هو. هڪ ڏينهن سنڌي ٻڪڙ اپاٽا ڏسي ٻاڻ جي گهر ٻاڻ ۽ ٻاجائيءَ سان ڪڏجهڙ ويو. آرتوار جو ڏينهن هو، گوبند گهر ۾ هو. اندر کي ڏسي ٻهراڻ نه ڏڪڻي ٻيجي ويس نه قرض معاف ڪرائڻ آيو آهي يا ايندڙ مهيني جي قسط جي مهلت گهرڻ آيو آهي. شڪا اندر ۾ رکي ٻاهران کيڪر ڪري، ٻاڻ کان پڇيائين "هن وقت اڪري پيو آهين! سڪ نه آهي؟" اندر ورايو "توهانجي گهر ساڀهون مرڻوا ۽ سنڌين جي اپاٽا ٻڪڙ ٻيئي هلي سا ڏسڻ ويو هوس." گوبند حيرانيءَ مان پڇيو "ٻڪڙ ڏسڻ ويو هئين؟" عجب مان اندر پڇيو "ڇو حيران ٿو ٿي ويا آهيو؟" ٻاڻ طعنو ماريندي چيو "جن تي قرض جا ڪوٽ وڌيا پيا هوندا آهن سي وري عيش ڪندا آهن ڇا؟ اندر جا حوصلا خطا ٿي ويا. ڪا وير م

نه سن ۾ اچي وڃو ۽ ايٽ پاڻ سنڀالي چيائين "قسط نه
ڀوري وقت تي ڀڳائيندو آهيان." پوءِ واڻيءَ سان پاڻ
چيو "قسط ملي نه، چا ٿيو؟ منهنجا پيسا نه ويندو قيد لي
ويا، اچا نه ته هزار جڏهن ڪ ملن." اِندو ٿڌو ساه ڪڍي
چيو "ماڻ جڏهندي ٻڙا ياڪ، نه ڏيندي والد." هو اُٿي
ڪڙو ٿيو. هونءَ نه سنيوري آيو چو نه پاڻ وٽان منهنجهه
جي مالي ڪاٺي ويندس ۽ طعني ڪاٺوءَ سندس ڀڪ ڏي
موري واڻي. گوبند چيو "آيو آهين نه مالي ڪاٺي وچ."
اِندو چيو "قرض موٽايان نه پوءِ اچي ڪاٺيندس." گوبند
البت شرمندو ٿيو ۽ پاهران ضد قائم رکندي چيائين
"چا چيم جو چڙي وٺين؟ ويهه." اِندو هٿ جوڙي
معافي ورتي.

گهر آيو نه اچي روئڻ ۾ چيڪو. زال ۽ ٻار منجهي ويا.
هيانو هاڪو ٿيس نه زال سان ڳالهه ڪيائين. زال سمجهل
هئي، ليڪ ٻت واري هئي. هن واپاريءَ کي ٻج ٿي
ڪاڻ هئي نه پاڻ کان قرض وٺي جاءِ ورتي هئائين-
جهڪي ان زيور، مٽڙي چونڊي هٿس سا اچي مڙس
اڳيان رکيائين. ڏيسر سان چيائين "توهان کي ايترو
وڏي حيالي ڏي نه زيور ۽ ٿهي پوندا." اِندو عجب
مان پڇيو "تو هي پيسا ڪٿان ڪيا ڪيا؟" زال وراڻيو
"آها ڪهڙي استري هوندي جا ڪجهه پاڇي نه رکندي؟
قرض وٺڻ وقت موڪلان نه ڳالهه ڪريو ها!" اِندو

خوشيءَ ڪانڊ ۽ شرمساريءَ مان چيو "مونکي نه خواب
خيال به ڪونه هو ته تو وٽ ڪجهه اهڙو هوندو. ڇوڙان
؟ ٻين ننڍڙن ٻارن ڏانهن نه مهنجو ڌيان به ڪونه ويو."
زال آهستي ٻڙي آواز ۾ چيو "قرض اڄ جو اڄ لاهي اچو.
اسين ٻڪ وڌيڪ پيسا ڪندا سين." اندر پيار مان چيو
"شاباس اٿيئي ساوتري. واقع ساوتري! اڄ مونکي ڪال
جي چنتا مان اچائي آئي آهين. ٻيو ڪو هجي ها ته ٿيو.
ٻار پاءَ جو طعنو سهڻ کان ٻاهر آهي."

اندر قرض موٽائي ڏنو. گوبند سوال به ڪو نه اڇيو
ته پيسا ڪٿان آندءِ. وياج سميت پيسا واپس وٺي ٻنڊڪ
۾ جمع ڪيائين. هڪ پاسي دولت ٻئي پاسي انسانيت!
دولت جو وڏو درجو آهي. اندر جڏهن ڏيهن قرض
واپس ڪيو لهن ڏيهن به ڏاڍو وڻائين. هو هو ٻئي پاڻ
کي چوائين سورهن سو روپيه پگهار اٿس، پار فقط هڪ
اٿس ۽ ماني نڪي به رواجي. ڪوڙي لٽي جو شوق
به ڪونه، پاءَ کي طعنو هٽي ڇڏيائين!" دل کي چوٽ
رسي وئي.

ٻاهران ٻيو هلندو چلندو، کلندو ڳالهائيندو هو، پر
اندر ۾ ڪاٽ لڳي وئي. ويچارو اهمار لٿي پيو. ڪاڏي
کان روح لهي ويس، هلڪو ڦلڪو سور دل ۾ محسوس
ڪرڻ لڳو. وڪيل پاءَ کي وچ جي خبر ڪانه رهي،
ٻار پاءَ جي تندرستي بگڙيل ڏسي سڌي ڊاڪٽر کان اڀاس

ڪري ڏيائينس، ۽ اهڙي ته ڪا ڳالهه ڪانه، لڪٽي جنهن
مان ڪو خطرو ڏسڻ ۾ اچي. سيني ڇيو نه، گهٽ ٿي
چڙهي، باقي دل سالم آهي. هڪ رات ماني کائي اچا
ليٽيو ته موڙهه محسوس ڪيائين. زال کي سڏي چيائين
"ڊاڪٽر کي گهرائي وٺ ۽ وڪيل دادا کي ليابو ڪر."
گهٻرائجي زال ۾ هٿ آئيا. ڊاڪٽر اچي ۽ پاڻ ٻهڪي لڏهن
کان اڳ هو ڪند بياري ٿڇي رهيو. ڊاڪٽر ٻوڙندو آهر
۽ اندر وڃي ايشور جي چرڻن ۾ ٻهٽو.

ٻارهن ڏينهن ماتم لڳو پيو هو. ٻارهن ڏينهن کانپوءِ سڀ
ٻاگر وينا ۽ سوچڻ لڳا ته ڪهڙيءَ ريت ڪٽنب جي
ديکه ڀال لئي. وڏي پاڻ ڪڇيو ڪوله ۽ وڪيل پاڻ ۾
سندس ٻت واعدو ڪيو ته جيڪا هگهار هو فرم مان
ڪڍندو هو سا سندس استريءَ کي ملندي رهندي جيسين
اندر جو ٻت وڃي لائقي لڳي. اکهکهي آواز ۾ گوبند
۽ چيو "مونکي نه کي ٻڇاهه ٻڇواهه وکر نه، مان
ڏيندس." اندر جي استريءَ مدد وٺڻ کان انڪار ڪيو.
کيس پنج هزار انشورنس جا ملڻا هئا تن مان کي هن
پاڻ کي ۽ ٻهڻجي ٻارن کي پالڻ جو ٻرن ڪيو هو. ٻارن
زور ڪيو لڏهن سو سڙنديءَ دل سان چيائين "مونکي
طعني سهڻ جي طاقت ڪانهي. پاڻ جي طعني پاڻ جي
جان ورلي، مان ٿي چاهيان نه، ٻالٽيو چاچڻ جون
چهنبڙائون سهي. اسين وکر سکو کائينداسين ۽ ڪٿهجر

احسان نہ ڪٽيندا سين." وڪيل ٻاٻو اهي اکر ٻڌي عجب
۾ پئجي ويو. اُهي وقت تہ سمجهاڻي ڪانہ مليس سو
ليڪ اڪيلائيءَ ۾ ٻاجائي ڏاڙ جي اڳيان چاڙي بيٺي.
نيوند وسمي ۽ اچي ويو. روئندي ٻاجائيءَ کي چيائين
"مولسان چوڻ ڳالهہ ڪيائين، ٻاٻو نہ هو؟" ٻاجائيءَ بہ
روئندي چيو "ٻاٻو بہ ويو بہ هوا!" هيڏي ڀوانجيءَ
واري ٻاٻو نڌيڙي ٻاٻو کي سهڻو ڏنو تہ پئي جي اڳيان
ڪٽي هٿ ڦهلايان، جنهن جا اڳ، کي احسان هئا! هڪ
ٻاٻو جي در تان ڏکو ڪاڻي، پئي جو در کڙڪائڻ ۾
ٻپ لڳو." اها ڳالهہ ٻيوند مولسان ٻاڻ ڪئي. منهنجو
دوست آهي. جڏهن لِندر جو مرتبو ٿيو اڏهن مان هٿي
ڪوڻ هوس موٽي اچي ٻرچاڻي ڪئي مانس. مڙس ٽئي
بيو. ٻارن وانگر ٻئي روائين. جڏهن سامت ۾ آيو اڏهن
چيائين "توهان بہ ٻاٻو آهيو، تنهنڪري تو ڳالهہ ٻڌايانءِ
تہ هن جوان شيهن جهڙي مڙس جو موت کهڙي ڪارڻ
ٿيو." منهنجي اکين ۾ ماٺي اچي ويو. دل ۾ چيم" ٻاٻو ٻاٻو
سان ائين هلي سگهي ٿو!" ڪاڄڪہ آهي، مرزا قليچ بيگ
جا اکر ياد آيا:-

نہ ٻارن ۾ رهي ٻاري
نہ ٻانڌن ۾ وفاداري
سچائي ويئي سچي ساري
عجب هي دور آيو آهہ.

اڄ ڪالهه اندر جسي هٿ کي پنهنجي گهر ۾ اسٽور آهي. گهر گهر مان وڃي آرڊر وٺي ايندو آهي ۽ گهرال شيون پهچائي ايندو آهي. ماڻ جي درڍ ارادي ۽ ايشور ۾ وشواس ڪري ڇوڪر موهن سکيو گڏر ٿيو ڪليي ۽ ڪٽنب جي سنڀال ڪري.

ٽهن ڏينهن سيان ۾ ڇوڪري وٺي ڏنم ته. سامهون اها مائي وٽي هٽي ڏائي ٿرام سان وٺي سوڙ ڪيائين. ڇوڪري پوري ڪري ساڻس ڳالهايم. پيا ڪنهن ساڙ وٺو جي ڇپائين سچ ڇپو دادا:

”وٺي ته تنهنجو پيارو پنهنجو پاڳ پرايو“

سندن شرن پڪڙي الم. پنهنجي شيام ۾ آئل هن ٽماٽي پالهيءَ کي ڪين ڇڏيندو. شاباس آهي وڪيل ڏير کي جو ڳاهي پڳاهي پيو ايندو آهي ۽ سار لهندو آهي ٻن مون اوت ورتي آهي الک جي، شال پيڙو ٽاريندو. منهنجو ته من ٿي مکهه ٿي وار، جڏهن پڪس ڪنور رام جو ڪلام ڇپو.

”نالي الک جي پيڙو ٽار منهنجو.“

ڏنيواد ڏيندي ڇيم ”شال ڪين ڇڏيندو. اوکيءَ ۾ شال آهوٽي سهاءِ ٿيندو، سوکيءَ ۾ شال پنهنجو نالو ڇپت ڏيندو.“ مائي نمسڪار ڪيو. مون من جو من ۾ ڪيس پرنام ڪري ڇيو ”شاباس تنهنجي وشواس کي“. گهر موٽيس ٿو رستي جو دير تائين اندر ۾ سنت جا اکر پيئي دهرايم:-

”نالي الک جي پيڙو ٽار منهنجو“

# ڪرم جو سنسار آهي
# جو ڪري ٿو سو ڀري

ڪيدارناٿ نگر سيٺ هو. شاهوڪار ۽ هلنديءَ وارو
هو. ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ هو. جي-پي ۽ آنريري
مئجسٽريٽ هو. آمدني عمدي هيس. ڏه هزار روپيا
ماهياني آمد! سندس گهر سنڌس هو، وڏي گراج جو مالڪ
هو. سون جا ڪورا هيس ۽ ٧٦ گهوڙن جو به واڙو هيس.
جن ڏينهن جي ڳالهه آهي ان ڏينهن ۾ روپئي جو ملهه
وڏو هو. ڪالڪ پيٽي جو ڪرڙيو، عيش عشرت جو
شوقين هو. پئسو پٽس ڪمايو هو، پاڻ اڏائيندو هو.
پئسي جو قدر ڪونه هوس. اوچ خاندان مان ڪونه هو.
پٽس سريندرناٿ اصل ڪمپار هو. ڏيري ڏيري وڌ
وڌندو. دل مڪن مان مايا جوڙيائين. مٽيءَ مان سون
ڪيائين. جيڪو مٽيءَ مان سون ٺاهي سو ڪيمياگر!
سريندر صحيح معنيٰ ۾ ڪيمياگر هو. پهرين دل دلين
مان ۽ پوءِ ڪپهه پڪين سون مان ڏن ٺاهيائين جنهن
وڃو ناڻو ڪمائيندو ٿئين واڌو ملڪيت وڌندو. ملڪيت
وڏي ملهه ٿي پيئي. سريندر جڏهن مٿو ڪڍهن ڪيدارناٿ
وٽ ان لکن جي پونجي هئي. ڪيدارناٿ وٽ ملڪيت
هئي ۽ ملڪيت مان اپندڙ ماهياني ڪمائي! هو هوشيار

ماڻهو هو. اِن جي مري وڃڻ ڪانپوءِ ملڪيت وڏائي
ساڻن نه لکن جي ڪيائين. هون ته مسواڙي گهر
خالي به پيا هوندا هئس، پر ورهاڱي کان پوءِ شرنارٿين
اچي سڀ گهر وسايا. منهنجي واقفيت ڪيدارناٿ سان
١٩٣٨ ۾ ٿي جڏهن ڪانپور ۾ واس. ڪنهن دوست وٽ
رهيو پيو هو. مونکي وٺي هليو پنهنجي گهر، جو ڪانپور
جي پر ۾ هو. ڪهڙي نه عاليشان بنگلي ۾ رهيل هو!
بنگلو ته ڄڻ محل هو. اصل اهو محل هڪ مل جي انگريز
وڏي نگر ماسٽر پنهنجي رهڻ لاءِ ٺهرايو هو. ڇا ته منجهس
سک رکيا هئائين! جن ڏينهن ۾ فلش جو خيال به ڪنهن
کي ڪونه هو تڏهن هنجي گهر ۾ ٽانڪيون هونديون
هيون ۽ اندران لڳي اندران پاڻيءَ جي نيڪال جو
بندوبست هوندو هو. وهڻ جو ڪمرو، مانيءَ جو ڪمرو،
سمهڻ جون ڪوٺيون، اليڪٽرڪ جو ٻنڌو! مطلب ته
انهيءَ پنهنجي علم ۽ آيڙ جو پورو اپيوگ ڪيو هو.
هندستان ۾ خاص آيو هو مل جي سنڀال لاءِ. جڏهن
هندستان وڃڻ واڌارو ڪندو ۽ ڀارت جا جوان ولايت جي
ملن مان ماسٽريءَ جو ڪم سکي آيا تڏهن هي ڏاڍا ماهر
ويا پنهنجي ديش ڏانهن واپس ورندا. وقت آيو جڏهن
هي انجنير به پنهنجي ملڪ واپس ويو. وڃڻ کان اڳ،
جاءِ نيڪال ڪيائين. ڀلا اهڙي جاءِ ايڏي وڏي قيمت
تي ڪير وٺي؟ هڪ ئي سيٺ هو جو اهڙو ساهس ڌاري
سگهي. پوري هڪ لک ۾ اهو محل ۽ سڀ آئوٽ هائوس

۽ گراڇون ڪيدارنٿ ورتيون رنگ روپ ڏيکاري جڏهن
هن پنهنجي محل جو مهورت ڪيو هو تڏهن انهن لئي
لڳو ته ڄڻ سيٺ وڏي ڌام ڌوم سان پنهنجي شادي ڪئي
هئي! مڙس ملوڪ هو. ڏاڍو رعب وڌي ويس. اُس
پئسو به ڏنو، عقل به ڏنو ۽ ادار ڇتائي ۽ ائين ته ڪير نه
سندس سلامي ڪري؟ جيڪا سنسٿا ٻرپا ٿئي، تنهنجو
سڀاپتي هو، جيڪي چندا چورا انهن ۾ آڳرو، جنتا
سان به ڀلو، سرڪار سان به سرخرو. واهه عهدا هٿ
ڪندو ۽ واهه مٿي چڙهندو.

خوابن خوب هئس پر ڏن ۽ پدوڻ جي ڪري
پاڻڪي ڪجهه سمجهڻ لڳو. ڏينهن ته هو پر ڏن جي
آيان ۾ مصروف ٿي پيو. هڪ آيان پيو عيش عشرت!
پهرين ماس مدرا ڪان پري هو. پر هڪوار جو هريو ته
جهل ٿي نه ڏني. هٿ ڪشادي شاهوڪار جا سڀ سلامي!
خوشامدڙين جا مٿڙ اچي مڙيا. هڪ چوڻس سخي آهين،
ٻيو چوڻس ان داتا آهين، ٽيون چوڻس ڀڳوان آهين،
وڃاري جي مت ٿي منجهائي ڇڏيائون "حضور حضور"
جي ڏلي لڳي پئي هجي. هيءُ به وڃي خوشامد لئي
مٿو ڪوڙائيندو. پلا پرواهه ڪهڙي هئس؟ پئسو پاڻي.
والڪر ٿي آيو؟ ڪهڙي پرواهه هئي جي پاڻي. والڪر
وهندو ٿي ويو؟ هن جي من ۾ اهو ٿي ويچار ته عمر
الاجي ڪيتري، ڪنجوس ڇو ٿي گذارجي؟ مال پئسو
ڏنو آهي خرچڻ لاءِ يا ميڙڻ لاءِ؟ ڪلهه ڇو لڌو هو

”مٿڻ ڪم پنهنجن جو.“ هنجو اهڙو چوڻ ۽ چالبازن جو
واهه واهه جون ڏنيون اچڻ. ايمان ۾ انسان اندر ئي هوندو
آهي. ايمان سان ڪنڌ هڻڻ ۾ ڪوڙ ۽ آڏو ۽ ڪام ٻه!
داروءَ جا ڏنگ لڳڻ لڳا ۽ دل جي ڀلائي لاءِ پاڙي
ٿي سنڌ ونهن اچڻ لڳيون! ڪا محفل لڳي ته اڌ شهر
اچي ليٽي، پلا ڪير هن شيءَ هن مڙس، فراخ دل، سٺي
سان ونڊي عيش ڪرڻ واري پوئنار جي ڪرت ٿي
حاضر نه رهي! پنهنجي شهر جو واجا هو پر لڪو ۽
ڪانپور ۾ ايندو هو ته ٻه سنڌس سڃاڻپ وارا ۽ همخيالي
عياشي دوست راحت ڪري ڇڏيندا هئا. ماڻهو هن وٽ
ڏاوڻون رکندا هئا. وياج ڏي پا ته ڏي. هنڪي پئسي
جي گهرج پوري هئي جو وياج ٿي پئسو وٺي! هيءَ ته
پاڻ آهن ماڻهن ٿي ڏورو ڪندو هو جن جا پئسا پاڻ وٽ
رکندو هو. حفاظت هڪ طرف پر هيءَ سيٺ پنهنجا شرط
شروط جي پاڻمرادو وياج به ڏيندو هو. هڪ ودوا جا
وٽس سترهن سؤ روپيه هئا. هن ويچاريءَ غريب ماستريائيءَ
روپيه روپيه ڪري سترهن سؤ مڙي سيٺ وٽ امانت
ڪري رکيا هئا. اڪيلي ڪير وٺي؟ تن ڪي ڪسيا ڏئي
پنهنجي ڌيءَ سرليءَ کي ڪانپور جي بورڊنگ هائوس
۾ وڌو هئائين ۽ سينئر ڪيمبرج ڪرايو هئائين. پتيءَ
جي گذاري وڃڻ ڪانپوءِ ڌيءَ ۾ ٻران ڪٽي وڌا هئائين
۽ هر ڪنهن ٿورڙي سنڌس سک جو اوتو رکي پئسي خرچ

پڙهندي هئي. ماستري به ڪندي هئي ته خانگي پڙهائي
جو ڪم به ڪندي هئي. پرت جي ڪم ۾ به پڪي هئي.
مهيني ۾ هڪ ساڙهي به سواري وٺندي هئي. جڏهن
ڇوڪري سيڪنڊر ڪيمبرج ۾ پاس ٿي ۽ مائٽن به ستي آئي
تڏهن هن فيصلو ڪيو ته ڪم ترت اڪلائجي.

هڪ ڏينهن سيٺ ڪان امانت ۽ ڇوڪريءَ لاءِ آسيس
وٺڻ لاءِ مايا ڏاڍي پنهنجي ڌيءَ سونيءَ کي ساڻ ڪري
ونس ويئي. دل ۾ خيال هوس ته آدارچت سيٺ سهائتا
ڪري سونيءَ کي پنهنجي ڌيءَ سمجهي پرڻائي ڏيندو.
آخر به ته اُنهيءَ سڪول جو چيئرمين هو جنهن ۾ هوءَ
ماستري ڪندي هئي! ويئي سگهن لاءِ ڪن ۽ ٺهائي
آئي. پر ڪيائين جو سونيءَ کي ساڻ وٺي ويئي. سونيءَ
جو اندر اڇڻ ۽ مدن ديوتا جو اکڻ کس پاڻ سيٺ جي
سيني ۾ لڳڻ. هونءَ ته ماستريائيءَ سان ساڌارڻ نموني
ورتاءُ ڪندو هو. پر هن دفعي ميون مٺاڻ جون پلٽون
پرچي آيون. سونيءَ جي ڪا ساراهه ڪيائين! چمڪندڙ
اکين سان حيرت ڀرئي آواز ۾ چيائين "هيءَ آهي تنهنجي
ڌيءَ؟ هن هيري کي هن مهل تائين ڪهڙي لاڪر ۾
لڪائي رکيو هو؟ "هيءَ ته پٽ راڻي ٿيڻ جي لائق
آهي. ستر هن سوَ وٺڻ آئي آهين؟ سٺ هزار خرچ ٿي
وڃن ته ـــ به مان خرچڻ لاءِ تيار آهيان. ڇا ڪندو آهي
ڇوڪرو؟" مايا ڌرڪ ڀرئي آواز ۾ چيو "مل ۾ منيجر

ٻڌ، پٽڪڙو جو سٺيڻو ڪراڙو آهي. چوڪرو سٺو آهي. ڏاڍي
ليکيءَ جي چڱي ڳالهہ آهي. پاڻ گهري ورتي اٿن. سو
مان چاهيان ٿي تہ هڪڙو ٻار آهي، ساهہ اهڙي ناهي
ڏيانس جو الهن تہ چون تہ ٻيءَ ڪونہ هوس لڏهڪري
گهٽائي پيئي." سيٺ پڊهڻائيءَ سان چيو "مان وٽو
آهيان نہ! ڳالهہ گهٽائي نہ ٿيندي." مايا ۽ سولي اٿرو
اندر ڀائي خوش ٿي مرڪيون. ٻنهي ٻن ڏڻهن جي ملاقات
ڪانهوءَ ٻنهي محسوس ڪيو تہ سيٺ جي مدد جي وڏي
قيمت ادا ڪرڻي پوندي. اتو مان سڀا نڪتا. سيٺ جا
اشارا ۽ صلاحون ۽ آڇون سوارٿ سان ڀريل لڳيون. هڪ
ڏينهن جڏهن مايا ڏاڍي سيٺ سان اڪيلي گڏي ٿڏهن
تہ هن ظاهر طور پنهنجي هوس ڏيکاري. دولت جي
عيوض عصمت! معصوم ٻيگري جنهن کي ماءُ پاڻ ماري
پاليو نپايو ۽ اهايو هو پنهنجي ڏاجي جو ملهہ هو سيٺ
جي لنچ ليمت جي پونواري! مايا سراهجي ويئي. جوش
۾ گهٽ وڌ ڳالهائي ويٺي. سيٺ سترهن سؤ روپيہ آڻي
ويو. ماستر ڀاڻي مايوس ٿي آئي، ۽ اندر ۾ ڏکہ سان گڏ
غصو هوس. آنندي چيائين "اگر سيٺ جا اهي ڪرتوت!"
ڪالي سيٺ چيو "وڻي چاهيان ٿو تہ قيمت بہ ادا ڪرڻ
تو چاهيان! پر بدنام ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪج. توکان
اڳ مان هلائي ڇڏيندس تہ ڌيءَ جي شاديءَ لاءِ سهائتا
وٺڻ آئي هئي ۽ جڏهن مون پئسا سؤ روپيا ڪان وڌاڪ

ڏيڻ کان انڪار ڪيو ته هن پنهنجي ڌيءَ جي اچ ...
مايا کي ڪي همت ڏنا. اوطاق ڇڏي پئي. دل مان
آهه ڪڍي نڪتي هوندس! ابلا جي آهه آسمان مان به
پار هلي وڃي. سڀ ڏينهن سيٺ مايا جي مرڻ جو
انتظار ڪندو رهيو پر جڏهن موت نه آئي، تڏهن ماستريءَ
کان به جواب ڏياري موڪليائينس. مايا هن ايل ٿهر جي
خبر ڪنهن سان به ڪانه ڪئي. پنهنجو شهر ڇڏي
ڪاهور آئي ۽ اچي سرستي پاڙي ۾ نوڪري سان
ڪيائين. نوڪر غيرت وارو هو ۽ اوچ آدرش وارو.
شادي لئي وڃي. هوڙه شايد مهدو اڌ پوري ها پر هاڻ
نه ماڻ پرامي ترت اوهر جي ڪڙيءَ پر قابو ڏي هڪ ٻئي
جا ٿي ويا. نوڪري جي پٺ مايا کان چار چوڙا ۽ چار
جوڙا ونڊ کان به انڪار ڪيو، پر مايا جي گهوڙن ٻارڻ
ڪري لاچار ٿوري ساه سرڪار ڪرڻي پيس. ويڌيءَ
ڪانپوره ڌيءَ کان موڪلائيندي چيائين "منهنجي ماڙي
سولي، اُنسنا نه گهٽا ڪيا هئم پر ٿرد لئي ٿواس ڪري
ڇڏيو. شڪر آهي جو ماءُ جو ڪرتوت پالم ۽ ڏوالي
پٽجي ڌيءَ کي ڏاڙهڻ نه ڏنو. پر ياد رکج نه جنهن
اسانکي ڦريو آهي. سو ڦريو. جنهن موسان دوکو ڪيو
آهي سو والي جي ورونهن لاه سگهندو. هڪ اَبلا جي
آتس جو بار پرلوي به سهي نه سگهندي آهي. ديوڪيءَ
جي دردپاي پڪار پڌي ڀڳوان ڪنس کي ناس ڪرڻ

لاءِ جهڙو ورائو، سيتا جي سڀيا قائم رکڻ لاءِ راوڻ ناٿو
ٿي ويو، اهليا سان اتياچار ڪرڻ ڪري اِندر ڪوڙهه
جو شڪار ٿيو، ته ڇا مون اَهلا جي آهه ٻڌي هن بدڪار
جو اڻ ناس نه ڪندو؟ پاڻيءَ جو ڦوٽو ٻاهران ڪهڙو نه
شاندار لڳندو آهي! پر حقيقت ۾ اُهيءَ هوا جي ڦوڪڻ
جي حيثيت ۾ حقيقت ڇا؟ ماڪ جي ٻوند ڪهڙي نه
خوش نما لڳندي آهي پر ٽڙڪي جي تابش سان ڪٿي
عدم پيدا ٿي ويندي آهي! سمنڊ جي ڪناري تي
واريءَ جو محل ڪهڙو نه موهيندڙ پاسندو آهي پر هڪ
لهر ۾ ڪٿي اڏهي ويندو آهي! گاس جي پٽن جو گهر
ڪهڙو نه دل لڀائيندڙ لڳندو آهي پر تولگي سان ڪٿي
اچي پٽ پوندو آهي! انسان جي هستي ۾ ڇا آهي؟
سا ته هڪ اپمالي انسان جي! ايشور ايمان کي ڪانئيندو
آهي. ڪيدار ناٿ پٽسي پواڄي ۽ پڌويءَ جي مٿ ۾
مدهوش ٿي ويو. پڌو ته ڪيترا دفعا هٿائين ته ايمان
کي ٽوڪر ملندي آهي. اهو ته پڌو هٿائين ته غريب جي
آهه سان ايشور جو ڪوپ ڪڙڪندو آهي پر پڌارت جي
اڳي ۾ هن ۾ اُهيءَ سچ پوڙهڻ جي ساڃهه ڪٿي؟

شام جو وقت هو. سيٺ پنهنجي مرج مستيءَ ۾ هو.
سنگتين سائين سان ولهي رهي، رچايائون ته هڪ ماڻهو
اندر گهڙي آيو. بنا اجازت هڪ اڻ سڃاتل شخص جو
اندر گهڙي اچڻ هنڪي نه آئڙيو. بدمذاق سان پڇيائين

"در مان اندر آئين يا آسمان مان ٽپڪي پئين؟" ملازم
چيو "مان ڪنهن ضروري ڪم لاءِ آيو آهيان." ڪڙڪ
آواز ۾ چيائين "ضروري ڪم لاءِ ٻيهر ڪاسواءِ؟ هيءَ
منهنجي اوطاق آهي، ڌرمشالا نه آهي!" ڏاڍو شخص
ڪڪر وڪو ٿي ويو ۽ پٺتي هٽڻ لڳو. نشي ۾ چڪنا چور
ٿي سرف جالور مان وڏيڪ ڳالهائڻ مان ڇا حاصل!
ٻيهر ٿي اهو شخص جنهن در ڪان ٻاهر. ٿي اڪيلو ٿيڻ
سندس ڪن تي آواز پيو "اڄ انگريز ڪليڪٽر آفيسر
آهي نه ڇا ٿيو؟ اهڙا آفيسر منهنجي کيسي ۾ پيا آهن.
ٽڪ ٽڪ ڪري ته بدلي ڪرائي ڇڏيا اٿس." ويهندي انگريز
ڪليڪٽر آفيسر ڪپتان سان چيو "اهڙي ڪوڙي زبان
ڪٽڻ جي لائق آهي. هن ڏينهن کي ياد ڪري هميشه
هار پهريان." ٽهڪن جي گوڙ ۾ اهي اکر ڪم ٿي ويا!

مهاپرشن جو چوڻ آهي ته منش کي اکين کان ۽
زبان تي ضابطو رکڻ کپي. ٽن پوڙهن واري تصوير ڪنهن
نه ڏٺي هوندي؟ مهاتما گانڌيءَ کي اها تصوير پياري
هوندي هئي. هڪ سنت ڪوي چيو آهي:-

ڪن بند ڪر، چشم بند ڪر،

بند ڪر پنهنجي زبان

سامهون دلبر اچي پهچندو، اوس ٿو ٿئي گمان.

ڪن بند ٿئي جي ڪلا ٻڌڻ ڪان، اکيون بند ٿئي جي
برائي ڏسڻ کان، زبان بند ٿئي جي نندا ڪرڻ کان.

